# كراماتِ لوڙهائي فقير رحمة الله عليه

مرتب

## علامه مفتي محمد ساجد فاروقي طاهري

فقير عبدالله طاهري کوثري

ساهتيڪا اڪيڊمي

ڪنڊيارو

ڪتاب جو نالو: ڪرامات لوڙهائي فقير رحمة الله عليه
مرتب: محمد ساجد فاروقي طاهري
ڇپرائيندڙ: ساهتيڪا اڪيڊمي، ڪنڊيارو ضلع نوشهروفيروز سنڌ.
ڪمپوزنگ: محمد زبير چنه ۽ وفا نذير احمد شر طاهري
ڇاپو: نومبر 2009ع بمطابق ذي القعد 1430هجري
قيمت: =/120 رپيا

## انتساب

# والدين جي نالۡ

جنهن جي جهولين ۾ پلجي ۽ انهن جي راتين
جي اوجاڳن ۽ دعائن جي ڪري هن ڪائنات
جي خوبصورتي ڏسڻ نصيب ٿي

# مرشد کي پوڪارڻ جو ثبوت

طبراني ۾ عتبه بن غزوان رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي
فرمايو رسول الله صلی الله عليه وآله وسلم جن

إِذَا ضَلَّ أَحَدُكُمْ شَيْئًا وَأَرَادَ عَوْنًا وَهُوَ بِأَرْضٍ
لَيْسَ بِهَا أَنِيسٌ فَلْيَقُلْ يَا عِبَادَ اللهِ أَعِينُونِي،
يَا عِبَادَ اللهِ أَعِينُونِي يَا عِبَادَ اللهِ أَعِينُونِي،
فَإِنَّ لِلّٰهِ عِبَادًا لَا يَرَاهُمْ۔

”يعني توهان مان جڏهن ڪنهنجي ڪا شيءِ گم ٿي وڃي
۽ مدد گهرڻ چاهي ۽ اهڙي جڳهه هجي جتي ڪو به همدم
نه هجي ته ان کي گهرجي ته هيئن پوڪاري اي الله جا ٻانهو!
منهنجي مدد ڪريو - اي الله جا ٻانهو! منهنجي مدد ڪريو
اي الله جا ٻانهو! منهنجي مدد ڪريو -
بيشڪ الله جا ڪجهه ٻانها اهڙا آهن جنکي هوءُ نٿو ڏسي“

فقير عُبيد الله طاهري
20-12-2009

صفحه 96 تي اهو ثبوت آهي.

# تقريظ

هي هڪ حقيقت آهي تہ دين اسلام جي ترويج ۽ اشاعت لاءِ جيڪي خدمتون صوفياءِ ڪرام ۽ بزرگان دين سرانجام ڏنيون آهن سي ڪنهن کان بہ نہ وسري سگهن ٿيون نہ وري ڪڏهن ڏرتي تان متجي سگهن ٿيون انهن بزرگن پنهنجي محبت ۽ خوش اخلاقي واري هٿيار سان ڌرتي تان ڪفر جي قلعن ۽ نفاق جي اڏن کي دين اسلام جي مرڪزن ۾ بدلايو آهي، موجوده دور ۾ سنڌ جو ساهتي علائقو بالخصوص ڪنڊيارو ۽ ان جي پس گردائي وارو علائقو خدا تعاليٰ جي پيارن ٻانهن جو آرامگاهہ ۽ آماجگاهہ رهيو آهي، ڪنڊيارو جي شهر سان متصل درگاهہ الله آبادشريف ۽ لوڙهائي بزرگن جو قائم آستانو رشد وهدايت جام ڪم ڪري رهيا آهن، لوڙهائي بزرگ جي سلسلي ۾ اسان جي پياري شاگرد محترم ميان راهب علي گهانگهرو جي لکيل ڪتاب "ڪرامات لوڙهائي فقير" نظر مان گذريو مصروفيتن سبب ڪتاب کي من ۽ اليٰ نہ پڙهي سگهيا سين پر پوءِ بہ ڪجهہ وقت ڪڍي ڪتاب کي مطالعي ۾ رکيو ميان راهب جي جفاڪشي قابل تحسين آهي درگاهہ الله آباد شريف جي مدرسي جامعہ عربيہ غفاريہ ۾ درس وتدريس کي جاري رکندي ڪجهہ وقت ڪڍي لوڙهائي بزرگن جي عمر رسيده بزرگن ۽ معتقدن سان ملي بزرگن جون ڪرامتون ۽ واقعا ٻڌي بيان ڪرڻ ۽ انهن کي قلمبند ڪرڻ هڪ محنت طلب ڳالهہ آهي، محترم راهب علي ان محنت ۾ پنهنجو پاڻ مڃايو آهي، دعا آهي تہ الله تعاليٰ سندس محنت کي قبول فرمائي ۽ کيس جزا عطا فرمائي آمين.

شيخ الحديث والتفسير

حضرت علامہ مولانا غلام حسين پتي

جامعہ عربيہ غفاريہ

# تقریظ

یقیناً اولیاء کا وجود جمیع انسانیت کے لیے باعثِ رحمت ہوتا ہے۔ وہ اپنے کردار و گفتار اور حسن اخلاق سے لوگوں کے دل موہ لیتے ہیں۔ جب وہ عاشقانِ الٰہی خدا کی محبت میں محو ہو جاتے ہیں، پوری کائنات سے منہ موڑ کر اپنے رب ذوالجلال کی طرف متوجہ ہو جاتے ہیں، تو اب اگر وہ اپنے ربُ العزت کی بارگاہ میں دعا کرتے ہیں التجاء کرتے ہیں تو خالقِ کائنات انکی اس التجاء کو رد نہیں کرتے، قبول فرمالیتے ہیں۔

ان کے قول و فعل میں تضاد نہیں ہوتا حق گوئی و بے باکی اور جرئت و بہادری ان کا شیوہ ہوتا ہے۔

آئین جوانمرداں حق گوئی و بے باکی۔ اللہ کے شیروں کو آتی نہیں روبائی

الفاظ و معانی میں تفاوت نہیں لیکن، ملاں کی اذاں اور مجاہد کی اذان اور

ہر اولیائے کاملیں اپنی بہترین حکمت عملی سے اللہ کا پیغام اللہ کی مخلوق تک پہچانے کی سعی کرتے ہیں اور لوگوں کے دلوں کو رفتہ رفتہ عشقِ الٰہی اور محبت رسول کی فیوضات سے سرشار کرتے ہیں۔ کیونکہ دل تو تجلیات کا مرکز ہوتا ہے اور فیوضات نبوی صلی اللہ علیہ وسلم کی آماجگاہ ہوتا ہے، اس طرح اہل اللہ کے توسط سے سالک قرب خداوندی کی منازل طے کرتا ہے۔

ہم اگر تاریخ پر نظر دوڑائیں تو ہمیں علم ہوتا ہے کہ پاک وہند میں اگر کسی نے بہتر انداز میں نبوی رنگ میں اسلام کا پیغام پہنچایا ہے تو وہ یہی اہل اللہ ہیں۔ انہیں مقربان الٰہی

میں سے ماضی قریب کے ایک عظیم بزرگ لوڑھائی فقیرؒ ہیں جن کی شخصیت کسی تعارف کی محتاج نہیں۔ انکا درویشانہ انداز عاشقانہ مزاج لوگ کیسے فراموش کر سکتے ہیں۔

انکے حالات زندگی اور کرامات پر مشتمل یہ کتاب گرچہ مصروفیات کے باعث مکمل مطالعہ نہ کر سکا لیکن پر امید ہوں کہ فاضل نوجوان اولیاء اللہ سے بے انتہا محبت کرنے والے مولانا ساجد فاروقی نے اس کو مکمل تندہی اور جستجو سے مرتب کیا ہوگا۔

میں دعاگو ہوں کہ اللہ تعالیٰ مولانا فاروقی صاحب کی ہمت اور استقامت اور علم کی جستجو میں مزید اضافہ فرمائے۔ یقیناً اس کتاب کے ذریعہ سے تمام لوگوں کو لوڑھائی فقیرؒ کا مقام اور انکی دینی و علمی خدمات سے متعارف ہونے کا بہترین موقعہ میسر آئے گا۔

ہم دعاگو ہیں کہ اللہ تعالیٰ لوڑھائی صاحب کی درگاہ کو سلامت تا قیامت رکھے، انکے متوسلین متعلقین و مریدین کو خوش و خرم رکھے۔ بقول حافظ

**ہر گز نمیرد آنکہ دلش زندہ شد بعشق**

جن کے دل عشق کے جام پینے سے زندہ ہو جاتے ہیں، وہ کبھی بھی فنا نہیں ہوتے انکے لیے بقا ہے، یہ خدا کی رضا ہے۔

**حضرت علامہ و مولانا عزیز الرحمٰن طاہری**

نائب صدر جامعہ عربیہ غفاریہ

درگاہ اللہ آباد شریف کنڈیارو

# ٻه اکر

سائينم! سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار
دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين
(شاهه)

سرزمين سنڌ جو نالو پوري دنيا ۾ روشن آهي، هن سرزمين کي الله تعاليٰ بي حساب نعمتن سان گڏوگڏ اولياءِ ڪرام جي نعمتن سان به نوازيو آهي، سرزمين سنڌ تاريخي لحاظ سان به اهم حيثيت رکي ٿي. هن سرزمين سنڌ تي انسان ذات کي محبت، پيار، ڀائيچاري ۽ مهمان نوازي ۽ دين اسلام جو درس ڏيڻ لاءِ لکين الله جا ڪامل ولي پيدا ٿيا آهن. وادي مهراڻ جي ساهتي پرڳڻي ضلع نوشهروفيروز جي تعلقه ڪنڊيارو واري ڌرتي به ڀاڳن ڀري آهي، جتي ڪنڊيارو شهر کان اولهه طرف ڇهه، ست ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي سنڌو درياءَ جي ڪپ تي هڪ مردِ قلندر حضرت حاجي دلمراد فقير رحمته الله عليه عشق ومحبت جو انمول تحفو مخلوق خدا تائين پهچايو جنهن مان هزارين عاشق رسول ﷺ ان روحاني فيض مان پنهنجي سينن کي منور ڪيو.

هنن اولياءِ ڪرام جي زندگي جي مختصرسوانح حيات ۽ ڪرامتن کي هن ڪتاب ۾ جمع ڪيوويو آهي، انهيءَ مقصد کي سامهون رکي ته عاشقن جي دلين کي سڪون وسرور نصيب ٿيندو.

دعا آهي ته الله تعاليٰ جميع عاشقِ رسول ﷺ کي سنڌن جي طريقي تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي.(آمين)

علامه محمد ساجد فاروقي قلندري طاهري

# مقدمو

بسم الله الرحمان الرحيم

**نحمده ونصلي وسلم عليٰ رسوله الڪريم**

سڀ تعريفون انهيءَ پاڪ ذات جي لاءِ آهن، جنهن پوري ڪائنات کي پنهنجي قدرت ڪامله سان تمام سهڻي انداز ۾ پيدا فرمايو ڪروڙين ڪرم انهيءَ مالڪ ڪريم جا، جنهن ڪائنات ۾ انسان ذات کي اشرف المخلوقات جي سهڻي لقب سان نوازيو اڻ ڳڻيا احسان انهيءَ خالق ڪائنات جا، جنهن انسان ذات جي روحاني وجسماني غذا جا بهترين ذريعا پيدا فرمايا. انهيءَ مالڪ ڪريم جي تعريف ڪرڻ انسان ذات جي طاقت کان ٻاهر آهي جو ڪماحقہ مالڪ ڪريم جي تعريف ڪري سگهي. پر انسان ذات مالڪ ڪريم جي تعريف ڪري پنهنجي ٻانهپ جو اقرار ڪري ٿوءِ مالڪ ڪريم کي راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو جنهن پالڻهار رب انسان ذات جي لاءِ سج، چنڊ، وڻ ٽڻ، گل ٻوٽا، باهہ، هوا، پاڻي ۽ ميوا وغيره پيدا ڪري انسان ذات کي پنهنجي ربوبيت جو اقرار ڪرڻ لاءِ دنيا ۾ موڪليو تہ جيئن انسان خدا جي قدرت کي ڏسي سوچڻ شروع ڪري تہ آخرهيءَ ڪائنات ڇو پيدا ڪئي وئي، هيءَ اونداهي رات ڪهڙي شئي آهي، هي روشني جاڪرڻا ڇا لاءِ پيدا فرمايا ويا آهن، هيءَ آسمان بغير ٿنڀي جي ڪيئن ٿاهيو ويو آهي، انسان کي ڪهڙي طرح پاڻيءَ جي قطري مان ٺاهيو ويو وري ان ۾ ڪهڙي طرح روح ڦوڪيو ويو. پوءِ ڪهڙي طرح دنيا ۾ آندو ويو. ڪهڙي طرح ٻچپن جي زندگي گذاري بلوغت جي عمر کي پهچي ٿو پوءِ الله تعاليٰ جي ڪاريگري ڪهڙي طرح ان کي گهوٽ

ٻڌائي ٿي، آخرڪيئن اهو"بابو" سڏجڻ لڳي ٿو ڏينهن رات محنت مزدوري ڪرڻي پوي ٿي. نيٺ اهو ڏينهن بہ اچي وڃي ٿو جو ان محنت ڪندڙ انسان مان طاقت ختم ٿيڻ لڳي ٿي. وار اڇا ٿي وڃن ٿا ۽ بيماري بہ وٺي وڃي ٿي. نظر ڪمزور ٿي وڃي ٿي. هلڻ جي لاءِ پيرَ ساٿ نٿا ڏين ۽ آخرهيءُ انسان بستري جي حوالي ٿي وڃي ٿو جتي ان کان ان جي جگر جا ٽڪرا بہ ڪيٻائڻ لڳن ٿا ۽ هي دعائون گهرن ٿا تہ اي مولائي ڪريم! اي رب ڪائنات، اي خالق دوجهان، اي مهربان مولا، هِن ڪراڙي کي پنهنجو ڪر، هن ڪمزور تي رحم ڪر، هن بيمار کي وڌيڪ تڪليف نہ ڏي، هن کي پاڻ ڏي گهراءِ، اُهي سڏڙا ربِ ڪائنات قبول فرمائي ٿو ۽ فرمائي ٿو تہ اي انسان، مون ئي توکي دنيا ۾ موڪليو ان خوبصورتي جي پيدا ڪڻ واري جي ذڪر ڪرڻ لاءِ دنيا ۾ موڪليو پر توحق ادا نہ ڪيو مونکي ناراض ڪيو پر وري بہ مان ڪريم رب توکي پاڻ ڏي گهرايان ٿو ۽ توکي پنهنجو ٻانهو هجڻ جو شرف بخشان ٿو پر توکي تنهنجا رشتيدار، دوست، احباب، اولاد، مٽ مائٽ سڀ ڇڏي ويا. آئون توکي نہ ٿو ڇڏيان. ڪروڙين ڪرم انهيءَ محبوب جا. جنهن اسان کي تعريف جي لائق سمجهيو ۽ اسان تي پنهنجي ٻاجهہ فرمائي.

اللهم صل وسلم علي سيدنامحمد وعليٰ آل سيدنا محمد وبارڪ وسلم

الله تعاليٰ جي ذات بابرڪات انسان ذات جي جسماني غذا جو دنيا ۾ اناج، پاڻي، ميوات، سبزيون وغيره سان بندوبست فرمايو اهڙي طرح سان انسان ذات جي روحاني غذا جو بہ بندوبست فرمايو ڪريم مولا انسان جي رهبري لاءِ دنيا جي تختي تي تقريبا سوا لک انبياءِ ڪرام موڪليا، جن دنيا ۾ اچي انسان کي پنهنجي ڪريم مولا سان ملڻ جو دڳ ٻڌايو تہ جيئن انسان مالڪ حقيقي جي واڪاڻ ۽ وڏائي بيان ڪري، انهن انبياءِ ڪرام پنهنجي محنت ۽ جدوجهد سان انسان

ذات تي الله تعاليٰ جو پيغام پهچايو ۽ هميشه حق، سچ ۽ انصاف جي وات پڌائي، پوءِ اهو حضرت آدم عليه السلام جي صورت ۾ هجي ياحضرت نوح عليه السلام جي ذات هجي ياحضرت موسيٰ عليه السلام جهڙو پيغمبر هجي يا حضرت عيسيٰ عليه السلام وغيره جهڙو پيغمبر هجي انهن سيني انبياءِ ڪرام الله تعاليٰ جي توحيد جو سبق سرعام پڌايو پر اصل حقيقت هيءَ آهي ته:

وحده لاشريڪ له جڏهن چيو جن
تن مڃيو محمد صلي الله عليه وسلم ڪارڻي، هيجان ساڻ هنين
تڏهن منجهان تن، او تڙ ڪونه اولئو.

دراصل رب ڪائنات هيءَ دنيا پنهنجي محبوب صلي الله عليه وسلم جي صدقي ۾ پيدا فرمائي جيئن حديث قدسي آهي ته:

## لولاک لما خلقت الافلاک

”اي منهنجا محبوب صلي الله عليه وسلم اگر تنهنجي ذات پيدا نه ڪيان ها، پوءِ هيءَ زمين، هيءُ آسمان، سج، چنڊ، تارا، ڪتيون، هي ٻوٽا، وڻ، فصل، باغ ۽ خوبصورتيون، فقط تو محبوب صلي الله عليه وسلم جي ذات بابرڪات جي ڪري پيدا ڪيم. جيئن ڀٽائي صاحب فرمايو ته:

پاڻهين جل جلاله پاڻهين جان جمال،
پاڻهين صورت پرين جي، پاڻهين حسن ڪمال،
پاڻهي پير مريد ٿئي پاڻهي پاڻ خيال
سڀ سيوئي حال، منجهان ئي معلوم ٿئي.

اڳتي ڀٽائي صاحب فرمائي ٿو

پاڻهي پسي پاڻ ڪي پاڻهي محبوب،
پاڻهي خلقي خوب، پاڻهي طالب تن جو.

شاه صاحب به فرمايو آهي ڪريم رب ڪي اصل ۾ پاڻ ڪي ظاهر ڪرڻو هو جنهن ڪري پنهنجو محبوب صلي الله عليه وسلم پيدا فرمايائين

۽ وري پاڻ ئي محبوب ﷺ لاءِ فرمايائين تہ اي محبوب هيءَ كائنات تنهنجي ڪري، هي خدا ئي تنهنجي ڪري پوءِ جيڪو رسول الله ﷺ جو فرمانبردار آهي اهو ڄڻ الله جو فرمانبردار آهي جيئن الله فرمايو تہ :

من يطع الرسول فقد اطاع الله (القرآن)

يعني جنهن رسول ﷺ جي اطاعت ڪئي، ان الله تعاليٰ جي فرمانبرداري ڪئي.

محبوب ڪريم ﷺ جي ذات جي فرمانبرداري کي پنهنجي فرمانبرداري ٿو سڏي تڏهن تہ ڀٽائي صاحب فرمايو تہ:

پڙاڏو سو سڏ، ور وائي جو جي لهين
هئا اڳهين گڏ، ٻڌڻ ۾ ٻہ ٿيا.

يعني محبوب نبي ﷺ الله تعاليٰ کان جدا ناهي پر گڏ آهي تڏهن تہ رب ڪائنات قرآن عظيم ۾ بيان فرمايو تہ:

قل ان كنتم تحبون الله فاتبعوني يحببكم الله (القرآن)

اي محبوب نبي ﷺ پنهنجي امتين کي چئي ٻڌايو تہ اگر محبوب رب سان محبت ڪرڻ جو ارادو ڪريو ٿا تہ پهريان منهنجي تابعداري ڪريو منهنجي دَر تي اچو منهنجي رسالت مڃو منهنجو ادب ڪريو پوءِ الله تعاليٰ توهان سان محبت ڪندو.

ڊاڪٽر علامہ اقبال رحمتہ الله عليہ تڏهن چيو تہ:

کی محمدؐ سے وفا تو نے تو ہم تیرے ہیں
یہ جہاں چیز ہے کیا لوح و قلم بھی تیرے ہیں

اصل ۾ اهو ئي راز هو هن ڪائنات جي خلقڻ جو اصل ۾ محبوب نبي ﷺ جن جو شان ظاهر ڪرڻ هو الله تعاليٰ جي ذات بابرڪات سندن کي پوري ڪائنات لاءِ رهبر بڻائي موڪليو ۽ تمام انبياءِ ڪرام

جو سردار بنائي موڪليو ڪروڙين صلوات وسلام انهيءَ محبوب ڪريم ﷺ جن جي ذات بابرڪات تي جنهن تي خود رب ڪائنات صلوات پڙهي رهيو آهي ۽ ملائڪ بہ اهو ئي وظيفو پڙهي رهيا آهن. الله تعاليٰ خود انسان کي بہ اهو ئي حڪم فرمايو آهي تہ صلوا عليہ وسلمو تسليما. يعني اي انسانو!محبوب ڪريم ﷺ جي ذات تي صلوات وسلام پڙهندا رهو.

هن ظاهري دنيا جي تختي تي پهريون پيغمبر حضرت آدم عليہ السلام آهي ۽ ان جي اولاد مان پيغمبر ٿيندا رهيا، پر حضرت آدم عليہ السلام کان بہ پهريان اسان جو محبوب ﷺ پيغمبر هو ۽ سندن جي ئي صدقي ۾ ڪائنات پيدا فرمائي وئي.

حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمتہ الله عليہ فرمائي ٿو:

نڪا ڪن فيڪون هئي، نڪا مورت ماهہ
نڪا سڌ ثواب جي، نڪو غرض گناهہ
هيڪائي هيڪ هئي، وحدانيت واهہ
لکيائين لطيف چئي، ات ڳجهاندر ڳاهہ
اڪين ۾ ارواح، اها ساڃاهہ سپرين.

حضرت محمد ﷺ جي ذات بابرڪات جي صدقي پوري ڪائنات کي وجود بخشيو ويو. ائين ئي انسان ذات جي تخليق ٿي ۽ ان جي رهنمائي لاءِ پيغمبر موڪليا ويا ۽ انهن کان واعدا ورتا ويا تہ اگر منهنجو محبوب نبي ڪريم ﷺ توهان جي دور ۾ اچي تہ ان تي ايمان آڻجو ان جي مدد ڪجو ۽ پنهنجي امتين کي ٻڌائجو تہ اسان کان بعد ۾ آخري پيغمبر حضرت محمد ﷺ جي ذات بابرڪات اچڻي آهي، ان تي ايمان آڻجو ان جو ذڪر خود قرآن پاڪ آهي تہ:

واذ قال عيسي ابن مريم يبني اسرائيل اني رسول الله اليکم مصدقا لمابين يدي من التورات ومبشرا برسول ياتي من بعد اسمہ احمد فلما جاءهم باالبينات قالوا هذا سحر مبين.

(پ 28 سورت صف آيت نمبر 6)

يعني حضرت عيسىٰ عليہ السلام پنهنجي امت بني اسرائيل کي فرمائيندو هو تہ مان توهان جي طرف رسول آهيان ۽ مون کان بعد ۾ محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن اچڻا آهن پوءِ جڏهن محبوب صلي الله عليه وسلم جن آيا تہ ائي هي ئي يهودي، ڪافر، عيسائي چوڻ لڳا تہ هي جادو آهي. حالانڪ انهن کي پهريان خبر هئي تہ حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جو دين سچو آهي ۽ ان جي خبر پهريان پيغمبر عليهم الصلوات والسلام ٻڌائي ويا آهن پر حسد جي ڪري ايمان نہ پيا آڻين ۽ چئي رهيا آهن تہ هيءُ قرآن پاڪ تہ جادو آهي. الله تعاليٰ فرمايو تہ:

الذين آتيعهم الڪتب يعرفونہ ڪما يعرفون ابناءَ هم
وان فريقا منهم ليڪتمون الحق وهم يعلمون.

(پ 2 سورت بقره 146).

الله تعاليٰ جي ذات بابرڪات فرمايو تہ اهي اهل ڪتاب توهان محبوب صلي الله عليه وسلم جن کي ايئن ٿا سڃاڻن جيئن پنهنجي اولاد کي سڃاڻيندا آهن پر اهي حق سچ کي لڪائين ٿا. يعني محبوب نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي ذات بابرڪات جي ظاهري ولادت کان ﭘهريان سندن جي اچڻ جي خبر پوري ڪائنات ۾ ڦهلجي چڪي هئي ۽ هر انسان وجن کي خبر هئي آخري پيغمبر هدايت جو رستو ٻڌائڻ لاءِ اچڻا آهن.

آخر اهو ڀاڳ وارو نصيبن وارو 12 ربيع الاول جي سومر جو صبح هو جو هن ڪائنات جي وجود تي يتيم نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن آياءِ ڪائنات ۾ هُبڪارَ تي ويا.

ساري جڳ ۾ جانب لاءِ جنسار تي ويا
محمد صلي الله عليه وسلم اچي ويو ٻيڙا پار تي ويا.

محبوب نبي ڪريم ﷺ جي ذات بابرڪات جڏهن ڪائنات جي تختي تي آيا تہ هر پاسي هُبڪار ٿي وئي، هر طرف خوشين جي لهر هئي، پکين ۾ ملائڪن ۾ مورن ۾ جنت ۾ آسمانن ۾ زمينن ۾ جانورن ۾ مکڙين ۾...

سج چنڊ ڪتين تارن ۾ منهنجي نبي جو نور آهي،
ساري دنيا جي نظارن ۾ منهنجي نبي جو نور آهي.

هر طرف چمڪار ئي چمڪار هئي، باغن ۾ بلبلون، ڪريم رب جي احسان ڪي ڳائي رهيون هيون، چڪور خوشيون ملهائي رهياهئا، باغن ۾ بهاريون اچي ويون هيون، هر طرف سرهاڻ ئي سرهاڻ هئي، ڪروڙين صلوات و سلام انهي محبوب ﷺ جي ذات بابرڪات تي جنهن جي صدقي اسان کي انساني صورت نصيب ٿي، وري محبوب جودين پڻ نصيب ٿيو ڪروڙين رحمتون محبوب ﷺ جن تي جنهن اسان کي پنهنجو امتي بنايو.

**بسم الله الرحمان الرحيم**

**رضي الله عنهم ورضوا عنہ (پ 30) سورت بينہ آيت 8**

جڏهن عربستان جي ريگستاني زمين تي اڄ کان 14 سو سال پهريان انسان بت پرستي کي عروج تي پهچايو بيحيائي عام ٿي وئي، نياڻين کي زنده قبرن ۾ دفن ڪيو ويندو هو شراب سرعام پيتو ويندو هو زناسرعام هوندي هئي، عزت وغيرت، انسانيت جون سڀ حدون لتاڙجي چڪيون هيون، ان وقت هڪ معصوم نياڻي سنگدل پيءُ جي هٿان زمين ۾ زنده دفن ٿي، نياڻي معصومانہ انداز ۾ چئي رهي هئي تہ "بابا! مونکي دفن نہ ڪريو آئون توهان جي گهر ۾ نہ ايندس ماني نہ کائيندس، پاڻي نہ پيئندس"پر هي آهون، دانهون، ڪوڪون، ان سنگدل پيءُ تي ڪوبہ اثر نہ ڪري رهيون هيون ۽ نياڻي ائين ئي گرم موسم ۾ عرب جي سخت گرم ريگستاني زمين ۾ پنهنجي معصومانہ

دانهن، ڪوڪن سان دفن ٿي وئي...! ان وقت هڪ مظلوم ماءُ ٻُتن کي سجدا ڪري رهي هئي تہ منهنجي معصوم نياڻيءَ کي بچايو. سڄو ڏينهن گذري ويو پر شام جو سنگدل مڙس اچي ويو ۽ معلوم ٿي ويو تہ معصوم نياڻي عرب جي واريءَ جي حوالي ٿي وئي پوءِ اها مغموم ڏکايل عورت رات جي ٽائيم تي هي الفاظ پڪارڻ لڳي ٿي تہ:

اي آسمان ۽ زمين جا پيدا ڪندڙ مونکي نياڻي موٽائي ڏيو هي ٻُت تہ ڪجھ نہ ٿا ڪن، اي مولا منهنجي نياڻي کي بچاءِ!

هي آواز رب ڪائنات جي درگاھ ۾ قبول ڪيا ويا، جيئن ئي رات جو ڏکايل عورت عرب جي ريگستاني زمين تي اچي پنهنجي معصوم نياڻي جي قبر ڳولڻ لڳي ٿي تہ ان کي هڪ تازي قبر ڏسڻ ۾ اچي ٿي، ان جي مٿان ويهي رهي ٿي تہ اچانڪ اتي هڪ شخص نظر اچي ٿو جيڪو ڪفن چوري ڪرڻ جي ارادي سان آيل هو جڏهن هڪ مظلوم عورت تي نظر پيس تہ ان کان سبب پڇيائين "هن رات جي ٽائيم توهان قبرستان ۾ ڇو آيون آهيو؟" ان مظلوم عورت پنهنجي دردن جو آواز ٻڌايو تہ "منهنجي معصوم نياڻيءَ کي هن قبر ۾ دفن ڪيو ويو آهي، پوءِ ٻئي ڄڻا ان قبر کي کوٽڻ لڳا ۽ آخر قبر کي کوٽي ان مان معصوم نياڻي جو لاش ڪڍيو ويو جيڪا بيهوشيءَ جي حالت ۾ هئي ۽ رب ڪريم ان جي جان بچائڻ جو حڪم فرمائي ڇڏيو ۽ ائين هي معصوم نياڻي وري نئين زندگي وٺي آئي ۽ زندگي جا بقيہ ڏينهن ان ڪفن چور وٽ گذارڻ لڳي، جنهن ان واقعي کان بعد ۾ ڪفن چوري کان توبہ ڪري ڇڏي هئي ۽ هاڻي زنده دفن ٿيل معصوم نياڻين کي زندھ ڪڍي انهن کي بچائڻ جي ڪوشش ڪندو هو. اهڙي دور ۾ ڪائنات جي محبوب صلی اللہ علیہ وسلم جن نبوت جو اعلان فرمايو جنهن ڪري مڪي جي مشرڪن ۾ واويلا مچي وئي ۽ حضور اڪرم صلی اللہ علیہ وسلم جن کي طرحين طرحين تڪليفون پهچائڻ لڳا، جيڪي نوان مسلمان ٿيندا هئا انهن کي تمام گهڻيون تڪليفون ڏيڻ لڳا تہ جيئن اسلام جي روشني کي

ڇڏي وري ڪفر جي اونداهيءَ ۾ اچن. پر هي محبوب ﷺ جن جا سچا عاشق هڪ دفعو ايمان جي حلاوت کي چکڻ کان بعد ۾ وري ٻئي پاسي ڏسڻ بہ پسند نہ ڪندا هئا جنهن جي نتيجي ۾ صحابہ ڪرام رضوان الله اجمعين جي مٿان ٻي انتها ظلم ڪيا ويا انهن جي مٿان تڪليفن جا پهاڙ ڪيرايا ويا. پر هي پتنگن ۽ پروانا پنهنجي جان جو نذرانو ڏئي ويا پر محبوب ﷺ جي دامن ڪڏهن نہ ڇڏيائون.

حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمتہ الله عليہ انهن جو عشق هن طرح بيان ٿو فرمائي تہ:

جن کي سڪ سيني ۾ سي ڪيئن سک سمهن
الستي آواز جو ڪوڪ رکيائون ڪن
جودئون جوڳيئڙن سفر سجايو ڪيو.

حضرت محبوب ڪريم ﷺ جن جي صحابہ ڪرام عشق ومحبت جا اهڙا مثال قائم ڪري ڏيکاريا آهن جن جو مثال دنيا جي تاريخ ۾ نٿو ملي. جڏهن محبوب ﷺ جن جي ذات بابرڪات توحيد ورسالت جو اعلان فرمايو تہ ان وقت غلامن ۾ حضرت بلال رضي الله عنہ ايمان آندو ان وقت حضرت بلال هڪ سنگدل ڪافر اُميہ بن خلف جا غلام هئا جڏهن ان کي خبر پئي تہ حضرت بلال جي ڳچيءَ ۾ رسو وجهي ٻارن کي ڏئي مڪي پاڪ جي گلين ۾ گهلرايو تہ جيئن حضرت بلال ايمان جي دامن ڇڏي ڏئي پر حضرت بلال جو جواب سون جي تختي تي لکڻ کان ڪروڙ دفعا بهتر آهي، پاڻ فرمايائون اي اميہ منهنجي جسم تي تون حڪم تہ هلائي سگهين ٿو ظلم ڪري سگهين ٿو پر منهنجي دل ودماغ، روح ۽ رڳ رڳ ۾ حضرت محمد ﷺ جن جو عشق سمايل آهي هي جان ٽڪرا ٽڪرا ٿي وڃي تہ بہ محمد ﷺ جو دين نہ ڇڏيندم.

ٻئي دفعي ان ظالم، حضرت بلال کي مڪي پاڪ جي گرم واري تي پُٺي اگهاڙو ڪري ليٽايو ۽ سيني تي وڏو پٿر رکيو جنهن ڪري

زبان ٻاهر نڪري آئي ۽ بلال حبشي جي جان مان خون وهڻ لڳو اميه ڪلڻ لڳو ته حضرت بلال ايمان ڇڏي ڏيندو. هاڻي زياده تڪليف برداشت نه ڪري سگهندو سيئي ڪافر خوش ٿيڻ لڳا ۽ حضرت بلال کان پڇڻ لڳا ته اي بلال حبشي ڇاخيال آهي ايمان ڇڏ، ته هي تڪليفون ختم ٿي وينديون. توکي آزادي ملندي، پرحضرت بلال هن طرح جواب فرمايو:

نسبت مصطفیٰ بھی بڑی چیز ہے
جس کی نسبت نہیں اس کی بخشش نہیں
ظلم پر ظلم سہ کر یہ بولے بلال
ظالمو تمہارا غلط ہے خیال
دامن مصطفیٰ میں کیسے چھوڑ دوں
اتنا کمزور ایمان ہمارا نہیں

اي ظالم هي تڪليفون ڏسي اگر ايمان ڇڏي ڏيان ها ته پوءِ ايمان ڇو آڻيان ها!

محبوب ڪريم عليه الصلوٰة والسلام جن جا جان نثار صحابه تڪليفون سهندا رهيا، پر عشق مصطفي کي دل ۾ سمائنيدا رهياءِ اهل دل عشق مصطفيٰ سان منور ٿي ويا جنهن کي دنيا جي ڪابه طاقت خالي ڪري نه ٿي سگهي. محبوب ڪريم عليه الصلوٰة والسلام جي عشق ۾ حضرت عماربن ياسرکي ٽانڊن جي مٿان لوهي زره پارائي سمهاريووينداوهوپرهي صبر جا پهاڙ دامن مصطفي کي مضبوطيءَ سان جهليو بيٺا هئا، ڪڏهن به ڪنهن ظالم جابر جي سامهون نه جهڪيا، جنهن جي ڪري محبوب عليه السلام به فرمائيندا هئا ته موليٰ آل ياسر تي رحم و ڪرم فرماءِ.

محبوب عليه الصلوٰة والسلام جي هڪ امتياڻي حضرت بيبي سميه رضي الله تعاليٰ عنها ايمان آڻڻ کان بعد ۾ ڪافرن جي گهرن ۾ وڃي اسلام

جو پيغام پهچائيندي هئي، جنهن جي ڪري ظالمن بيبي سميہ رضي الله عنهاڪي شهيد ڪري ڇڏيو پر بيبي سميہ رضي الله عنها پنهنجي آقا جي دين اسلام تي قائم رهي. قيامت تائين ايندڙ انسان ذات کي ٻڌائي ڇڏيو تہ صحابہ ڪرام ڪنڄي تہ سگهن ٿا پر پنهنجي آقا سان بيوفائي نہ ٿا ڪري سگهن.

اهڙن محبوب ڪريم صلی الله علیه وسلم جي صحابہ ڪرام لاءِ الله تعاليٰ فرمايو تہ الله تعاليٰ انهن کان راضي آهي ۽ اهي بہ الله جي رضا تي راضي آهن.

جن کي عشق اندر ۾ تن کي اڄ نہ بک
وحدت منجهہ وصال جي سدا ماڻن سک
ڏور تني کان ڏک جي روحل رتا رنگ ۾

درحقيقت اها الله تعالي جي آزمائش هئي جنهن ۾ صحابہ ڪرام هميشہ ثابت قدم رهيا، اها آزمانش مال جي ذريعي، ڪڏهن وطن جي ڇڏي وڃڻ جي ذريعي ڪڏهن عبادت جي ذريعي مطلب تہ جيڪا بہ آزمائش صحابہ ڪرام جي مٿان آئي ان ۾ صحابہ ڪرام ثابت قدم رهياجنهن جو ذڪر قرآن پاڪ ۾ آهي تہ:

**محمد الرسول الله والذين معہ الشداءُ علي الكفار رحماءِ**

**بينهم تراهم رڪعا سجدا يبتغون فضلا من الله ورضوانا**

**سيماهم في وجوههم من اثر السجود (پ 26 س فتح آيت 28)**

يعني محمد مصطفيٰ الله جو رسول آهي ۽ ان جاصحابہ ڪافرن تي سخت آهن، پاڻ ۾ محبت ڪندڙ رڪوع ڪندڙ سجدو ڪندڙ راتين جو سجدن جي ڪري انهن جي پيشانين تي اوجاڳي جااثر آهن، اهي فقط الله تعاليٰ جي رضا جاطالب آهن. اهي ئي صحابہ ڪرام هئا جنهن جو ذڪر الله تعاليٰ ڪيترن ئي جڳهين تي قرآن مجيد ۾ حڪم فرمايو آهي، ڪٿي الله تعاليٰ انهن صحابہ ڪرام جي بهادري جي تعريف فرمائي آهي ڪٿي الله تعاليٰ انهن جي سخاوت جي تعريف

فرمائي آهي. صحابہ ڪرام جي شان کي جڏهن الله تعاليٰ بلند فرمايو آهي تہ ان کي اسين ڪيئن ٿا بيان ڪري سگهون, اسين تہ فقط صحابہ ڪرام جي غلاميءَ ۾ نالو ڳڻائڻ ٿا چاهيون.

حضرت محبوب صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ منهنجا صحابہ ستارن جي مثل آهن ڪنهن بہ صحابي جي دامن کي چنبڙي پئو تہ هدايت جو رستو اوهانکي ملي ويندو. انهن صحابہ ڪرام عشق ومحبت و ادب جا اعلي مثال قائم ڪري ڏيکاريا, جيئن حضرت ابوبڪر فرمايو تہ منهنجا محبوب صلي الله عليه وسلم هجن ۽ انهن جي مٿان پنهنجو جان و مال قربان ڪندو رهان ۽ منهنجي محبوب صلي الله عليه وسلم جي نڪاح ۾ نياڻيون ڏيندو رهان, هي اهي مجاهد هئا جنهن جي لاءِ الله تعاليٰ فرمايو تہ

ان الله يحبون الذين يقاتلون في سبيلہ صفا كانهم بنيان مرصوص (پ 28 س صف آيت 3)

يعني الله تعاليٰ انهن صحابہ ڪرام سان محبت ڪري ٿو جڏهن جهاد تي وڃن ٿا تہ ائين آهن جيئن اهي سيهي جو ديوارون.

سبحان الله ڇاتہ شان آهي صحابہ ڪرام جو جن پنهنجي محبوب صلي الله عليه وسلم جي ذات تي پنهنجي هرشئي قربان ڪئي تہ الله تعاليٰ ان جي بدلي ۾صحابہ ڪرام کي عشق مصطفي جي دولت سان نوازيو انهن جو شان بلند فرمايو انهن صحابہ ڪرام سان محبت وارن کي انهن جي طريقي تي مضبوطي سان هلڻ واري کي صداقت جو رستو ڏيکاريو.الله تعاليٰ اسان کي بہ جميع صحابہ ڪرام جو عشق ومحبت و ادب نصيبؑ فرمائي.

بسم الله الرحمان الرحيم

ياايهاالذين آمنوا اتقوا الله وكونوا مع الصدقين(القرآن)

الله تعالي محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم جي تابعدارن اولياءِڪرام جو ذڪر بہ قرآن پاڪ ۾ فرمايوآهي تہ

”اي ايمان وارو الله تعاليٰ کان ڊڄو ۽ سچن ۽انهن سان صحبت ڪيو“. ڌنياجي تختي تي نبي ڪريم ﷺ کان بعد ۾ صحابہ ڪرام پوري عشق ومحبت سان اسلام جو پيغام دنياجي ڪنڊ ڪنڊ ۾ پهچائڻ جي ڪوشش فرمائي، صحابہ ڪرام کان بعد ۾ اها ذمہ واري اولياءَ ڪرام جي حوالي ڪئي وئي.

اولياءِ ڪرام حضرت محمد ﷺ جاسچاعاشق فرمانبردار سنت و شريعت جي پيروي ڪندڙپنهنجي سهڻي اخلاق سان مخلوق خدا کي دين جو درس ڏيندا هئا نہ فقط درس ڏيندا هئاپر پاڻ بہ خود عامل آهن جئين الله تعاليٰ فرمايو:

**وانما المومنون الذين اذا ذكروالله وجلت قلوبهم واذا تليت عليهم آياتہ زادتهم ايمانا وعلي ربهم يتوكلون.(پ 9 سورت انفال) .**

الله تعاليٰ جي ذات فرمايو تہ مومن اهي آهن جڏهن انهن جي سامهون الله تعاليٰ جو ذڪر ڪيوويندو آهي تہ انهن جون دليون ڏڪي وينديون آهن ۽ جڏهن قرآن ڪريم جي تلاوت ڪئي ويندي آهي تہ انهن جو ايمان تازو ٿي ويندو آهي، ۽ الله تعالي جي ذات تي ڀروسو ڪندا آهن. يعني الله تعاليٰ جا ولي، ذاڪر صابر شاڪر هوندا آهن انهن جي اکين مان خوف خدا کان آب جاري هوندوآهي، هر وقت عشق الاهيءَ ۾ مستغرق هوندا آهن، الله تعاليٰ جي ذات تي يقين ڪامل رکندا آهن فقط خالق ڪائنات تي ڀروسو رکندا آهن.

ٻي جڳهہ تي الله تعاليٰ فرمايو:

**وبشر المخبتين الذين اذا ذكر الله وجلت قلوبهم**

**(پ 17 سورت حج)**

يعني اي محبوب ﷺ انهن عاجزي ڪندڙن کي خوشخبري ٻڌاءِ جو انهن جي سامهون الله تعاليٰ جو ذڪر ڪيووبندو آهي تہ انهن جو دليون خوف خدا کان ڏڪنديون آهن.

كامل ولي پنهنجي مالڪ ڪريم کي راضي ڪرڻ لاءِ رات ڏينهن الله تعاليٰ جي ذڪر ۾ مشغول هوندا آهن نفلن ۾ راتيون گذاريندا آهن ته جيئن رب ڪريم اسان سان راضي ٿئي ۽ محبوب صلي الله عليه وسلم جي سنت تي به عمل ٿئي ڇوته رات جي نماز سهڻي سرور صلي الله عليه وسلم جن کي به ڏاڍي پسند هئي. پاڻ صلي الله عليه وسلم سڄي رات نماز ۾ گذاري ڇڏيند هئاجنهن ڪري پير مبارڪ سڄي ويندا هئا, اها تڪليف الله تعالي جي ذات ڏسندي هئي ۽ فرمائيندا هئا

**ياايها المزمل قم الليل الا قليلا.**

اي محبوب رات جو ٿورڙو جاڳندا ڪريو ايتري تڪليف نه ڪريو سبحان الله ڇا ته شان آهي محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم جو الله تعاليٰ پنهنجي محبوب کي پاڻ ٿو فرمائي ته تڪليف ٿورڙي فرمايو.

حضرت عائشه رضي الله تعاليٰ عنها کان روايت آهي ته:

**لاتدع قيام الليل فان رسول الله صلي الله عليه وسلم كان لايدعه وكان اذا مرض اوكسل صلي قاعدا.**

يعني رات جي نماز نه ڇڏيو ڇوته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن به رات جي نماز نه ڇڏيندا هئا ناچاڪ ٿيندا يا ٿڪجي پوندا هئا ته ويهي به رات جي نماز پڙهندا هئا.

الله تعاليٰ جا پيارا بنده به راتيون جاڳي عبادت ڪندا آهن ان جو ذڪر به الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي:

**والذين يبيتون لربهم سجدا و قياما**

اهي شخص راتيون جاڳندا آهن رب ڪريم کي راضي ڪرڻ لاءِ سجدا ڪندي قيام ڪندي راتيون گذاريندا آهن.فقط انهي ڪري ته الله تعاليٰ جي ذات راضي ٿئي ۽ محبوب صلي الله عليه وسلم جو ديدار ٿئي

حضرت امام مالڪ بن انس رضہ رات جو جاڳندا هئا عبادت ڪندا هئا جڏهن سمهندا هئا تہ محبوب سهڻي ﷺ جو ديدار ڪندا هئاءِ فرمايائون تہ:

مابت ليلتہ الا رايت رسول الله ﷺ (حليہ الوليہ ج 6 ص 317)

يعني آئون هر رات محبوب ﷺ جو ديدا ڪندو آهيان. سبحان الله ڪيڏو نہ شان بلند آهي انهن عاشقن جو جنهن لاءِ الله تعاليٰ فرمايو تہ:

الا ان اولياءَ الله لاخوف عليهم ولاهم يحزنون.

خبردار! منهنجا ولي اهي آهن جن کي ڪوبہ خوف ۽ غم نہ هوندو.

ڇوتہ اولياءَ الله دنيا ۾ پنهنجي مالڪ حقيقي کي راضي ڪيو آهي .حضرت امام حسن بصري رحمتہ الله عليہ وقت جا عابد. زاهد درويش هئا. سندن جي گفتار ۾ ايتري تہ تاثير هئي جو پٿردل ماڻهو بہ روئي ويهندا هئا جو ڄڻ سندن لاءِ جهنم ٺاهيو ويوهجي. فرمائيندا هئا تہ آئون رات جهڙي ٻي ڪاعبادت نٿو ڏسان. پاڻ فرمايائون تہ ٻانهو جڏهن رات جو سجدي ۾ ننڊ ڪري ٿو تہ الله تعاليٰ فرشتن کي فرمائي ٿو تہ منهنجي ٻانهي کي ڏسو جو ان جو روح منهنجي اڳيان عبادت ڪري رهيو آهي ان جو جسم سجدي ۾ آهي. (الزهد ص 286)

جن کي خوف خالق جو سي ڪيئن سيج سمهن
رويو پيا روئن ساري رات سڄڻ لاءِ

حضرت امام ابو حنيفہ رحمتہ الله عليہ سڄي رات نمازن ۾ گذاريندا هئا. ايتري قدر روئندا هئا جو ڏاڙهي مبارڪ پسي ويندي هئي پوءِ پنهنجي ڏاڙهي ۾ هٿ وجهي چونداهئا تہ يا الله هن اڇي ڏاڙهيءَ واري تي رحم ڪر. پاڻ تقريبا 40 سال راتين جا سومهڻي جي وضوءَ سان فجر جي نمازادا ڪيائون. ٻنائي صاحب فرمايو.

جيڪي ڏڏن ڏي ڳجهائين ڳجهہ ۾

سوجي سٽن سپرين ڪرت وارا ڪي
تہ ساز مڙيئي سي هوند پٿون ڪن پلڪ ۾

الله تعاليٰ جي ذات پنهنجي ڪاملن کي جيڪا قلبي دولت عطا ڪندو آهي، ان جو اسان جهڙن کي تصور بہ ناهي اهي الله تعاليٰ جا ٻانها تہ قلبي سڪون سان الله تعاليٰ جي نعمتن تي شڪر ڪندا آهن ۽ ان مالڪ ڪريم جا احسان ڳائڻ لاءِ سڄيون راتيون جاڳندا آهن ڇوتہ انهن عاشقن کي تہ خبر آهي تہ:

جي روئڻ سان ريجهي تہ راتيون ڏينهن روئان
هاري لڙڪ اکڙين مان پيرين منجهہ پوان
ڏرتي سپ ڏوئان لڙڪن ساڻ لطيف چئي.

## هڪ عجيب واقعو:

بصري ۾ هڪ غلام رهندو هو ان جو نالو صهيب هو ساري رات نماز پڙهندو هو هڪ ڏينهن سندس مالڪياڻي چيو تہ صهيب ساري رات جاڳين ٿو ڏينهن جو ڪم ڪار ڪيئن ڪندين ڪجهہ ننڊ بہ ڪر، چيائين تہ اي سيده صهيب کي جڏهن جهنم جي باهہ ياد پئي ٿي تہ ننڊ نہ ٿي اچي.

حضرت امام شافعي رحمتہ الله عليہ جي باري ۾ امام احمد ابن حنبل رحمة الله عليہ چيو تہ شافعي دنيا وارن جي لاءِ سج جي مثال هو ۽ انسانن جي لاءِ صحت وعافيت جي مثال هو پاڻ ساري رات جاڳي گذاريندو هو هر رات ۾ قرآن جو ختمو پورو ڪندو هو.

حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنہ فرمايو تہ رسول اڪرم ﷺ فرمايو تہ:

الشتاءِ ربيع المومن طال ليلہ فقامہ وقصر نهاره فصامہ

(بيهقي ج 4 ص 297)

سيارو مومن لاءِ بهار آهي ان جي رات ڏگهي آهي جنهن کي جاڳي گذاري ٿو ان جو ڏينهن ننڍڙو آهي جيڪو روزي ۾ گهاري ٿو.

هي دراصل اولياءُ الله جو شان آهي جو رات جو جاڳي مالڪ حقيقي کي ياد ڪندا آهن انهن جي لاءِ محبوب ڪريم ﷺ فرمايو.

من استيقظ من الليل وايقظ امراته فصليا رکعتين جميعا

کتبا من الذاکرين الله کثيرا والذاکرات.(ابن ماجہ)

جو مرد رات جو سجاڳ ٿيو پوءِ پنهنجي زال کي جاڳايائين پوءِ اٿي ٻه رڪعتون نماز تهجد. پڙهايائون ته اهي ٻئي الله جي گهڻي ذڪر ڪرڻ وارن مردن ۽ گهڻي ذڪر وارين عورتن مان لکياوڃن ٿا.

درحقيقت الله تعاليٰ جي اولياءِ ڪرام جو شان نهايت ئي بلندو بالا آهي انهن ۾ ڪي غوث اعظم

ٿيا ته ڪي قلندر ته ڪي ڀٽائي ليڪن انهن سيني جو مقصد فقط الله تعاليٰ جي مخلوق کي دين اسلام پهچائڻوهو ۽ عشق مصطفي ﷺ انهن جي سينن ۾ پيدا ڪرڻو هو اهڙن ڪامل ولين سان ويهڻ به عبادت آهي جيئن شيخ فريد فرمايو:

حب درويشان ڪليد جنت است

دشمن ايشان سزائي لعنت است

اولياءِ الله سان محبت ڪرڻ به جنت جي ٽڪيٽ آهي انهن سان دشمني ڪرڻ لعنتي ٿيڻ آهي. حديث پاڪ ۾ اولياءِ الله جي دشمنن جي لاءِ سخت وعيد آيل آهن حديث قدسي آهي ته:

من عاد لي وليا فقد آذنته باالحرب

جنهن شخص منهنجي وليءَ سان دشمني رکي ان سان الله تعاليٰ جنگ جو اعلان فرمائي ٿو.ڪير آهي اهو بدنصيب جيڪو الله تعاليٰ سان جنگ ڪري سگهي؟ شال ڏٽي تعاليٰ انهن ولين جي صحبت ادب سيني کي نصيب فرمائي. جنهن جي صدقي ۾ ڪروڙين دليون ذڪر

الاهي سان منور ٿيون، ڪي نقشبندي سلسلي ۾ فيض حاصل ڪندا رهيا ته ڪي قادري طريقي ۾ لااله الا الله جي ذڪر جي لولي ڏيندا رهيا ته ڪي چشتي سهروردي وغيره. مطلب ته هر ولي الله مخلوق خدا کي الله تعالىٰ جي ذات بابرڪات سان ملائڻ جو طريقو اختيار ڪيو آهي انهن اولياءِ الله جي صدقي ئي هي دنيا هلي رهي آهي، هي روحاني رهبر آهن. توحيدءِ سنت جو رستو ڏيکاريندا آهن ادب وعشق جو مقام سمجهائيندا آهن، پوءِ اهو ڪڏهن تحريري صورت ۾ ڪڏهن عملي صورت ۾ ته ڪڏهن ظاهري صورت ۾، ڪو داتا علي هجويري ٿي ويو ڪو معين الدين چشتي ٿي ويو ڪو امام رباني ٿي ويو ته ڪو غوث بهاءُ الحق ٿي ويو ڪو قلندر شهباز ته ڪو پٽائي ڪو سچل ته ڪو پيرمٺاسائين، ڪو سهڻاسائين ته ڪوحضرت محبوب سڄڻ سائين مدظلہ العالي ته ڪو فقير سائين لوڙهائي بزرگ جي نالي سان مشهور ٿي ويو. مطلب ته پوري روءِ زمين الله تعالىٰ جي ولين سان ڀري پئي آهي. الله تعالىٰ انهن ڪاملين اولياءِ ڪرام جي صحيح طريقي تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي. (آمين)

## اولياءِ ڪرام جي ڪرامات جو ثبوت

اولياءِ الله کان ڪرامات جو ظاهر ٿيڻ برحق آهي. اولياءِ الله لاءِ اهو لازمي ناهي ته انهن کان ضرور ڪرامات ظاهر ٿين ته پوءِ اهو ولي آهي هرگز نه. وليءَ لاءِ سنت وشريعت جي پيروي لازمي آهي، جيڪڏهن ڪنهن الله تعالىٰ جي ڪامل ٻانهي کان ڪوخلاف عادت ڪم ظاهر ٿيئ ته ان جو انڪار ڪرڻ جائز ناهي، ڇوته ڪرامات جو ثبوت قرآن پاڪ مان معلوم آهي. جهڙي طرح الله تعالي فرمايو ته:

**ان اڪرمڪم عندالله اتقاڪم (پ 26 حجرات)**

(بيشڪ توهان مان زياده ڪرامات(عزت)وارو اهو آهي جيڪو زياده متقي هجي.)

اصل ۾ ولي الله لاءِ پرهيزگار هجڻ لازمي آهي ان کان ڪرامات جو ظهور ٿي سگهي ٿو. قرآن پاڪ ۾ حضرت سليمان عليہ السلامِ ۽ بيبي بلقيس جو مشهور قصو آهي.

جڏهن حضرت سليمان عليہ السلام کان هُد هُد پکي بغير اجازت جي غائب ٿي ويو۽ واپس اچي حضرت بيبي بلقيس جي تخت واري خبر ٻڌايائين تہ حضرت سليمان عليہ السلام فرمايو ڪير آهي اهو شخص جيڪو اهو تخت حاضر ڪري وٺي؟ تہ اتي ويٺل هڪڙي جن چيو تہ توهان پنهنجي جاءِ تان اٿي ويهندا تہ آئون تخت حاضر ڪري وٺندس، پاڻ فرمايائون تہ ”ان کان جلد ڪير آڻيندو؟“ تہ ان وقت حضرت آصف بن برخيا هن طرح چيو جنهن جو ذڪر قرآن پاڪ ۾ آهي:

**قال الذي عنده علم من الكتاب انا آتيک بہ قبل ان يرتد اليک طرفک فلما راه مستقرا عنده قال هاذا من فضل ربي**

(سورت النمل 39)

(جنهن شخص وٽ علم هو ڪتاب جو ان چيو تہ مان انهي تخت کي اک ڇنب ۾ آڻيندس پوءِ جڏهن ڏٺائين تہ اهو تخت حضرت سليمان عليہ السلام جي اڳيان هو پوءِ فرمايائين تہ هي منهنجي رب جو فضل آهي.“ جنهن شخص تخت آندو هو ان جو نالو حضرت آصف بن برخيا هو علامہ آلوسي لکيو آهي تہ حضرت سليمان عليہ السلام شام جي ملڪ ۾ هو اهو تخت يمن جي ملڪ ۾ هو جيڪو 2 مهينن جيتري پنڌ تي هو جنهن وقت حضرت آصف بن برخيا دعا گهري تہ اهو زمين جي اندران گذري حضرت سليمان عليہ السلام جي سامهون نڪري آيو(تفسير تبيان القرآن ج 5) هي الله تعاليٰ جي مهرباني هئي ان ٻانهي آصف بن برخيا تي جنهن جي زبان ۾ اهو اثر رکيل هو جو تخت پاڻ ئي حاضر ٿي ويو. جڏهن حضرت سليمان عليہ السلام جي امتي جو اهو

كمال هيو جنهن جو ذكر قرآن پاك ۾ آهي تہ منهنجي محبوب نبي كريم صلي الله عليه وسلم جي امت جي اولياءِ جو ڇاشان هوندو.

كلما دخل عليها زكريا المحراب وجد عندها رزقا قال يمريم أنىٰ لك هذا قالت هو من عند الله ان الله يرزق من يشاءِ بغير حساب

(پ 3 آل عمران 37)

مفسرين كرام لكن ٿا تہ حضرت بيبي مريم عليها السلام جي والده حنہ بنت فاقود بنت قتيل جو مڙس عمران بن ياشهم آهي جڏهن تہ حضرت زكريا عليہ السلام ۽ عمران ٻن ڀينرن سان شادي كئي حضرت زكريا عليہ السلام جي گهرواري كي حضرت يحي عليہ السلام پيدا ٿيو. حضرت بيبي مريم عليها السلام جو والد عمران فوت ٿي ويو ۽ كراڙپ جي حالت ۾ پنهنجي گهرواري كي ڇڏي ويو ان وقت بيبي مريم عليها السلام جي والده پيٽ سان هئي ۽ كراڙي بہ هئي، ان كي ٻيو كو اولاد نہ هو هك ڏينهن پنهنجي گهر جي ڀرسان وڻ جي مٿان هك پكي كي ڏٺائين تہ پنهنجي چهنب سان پنهنجي ٻچي كي داڻا كارائي رهيو هو تہ ان وقت بيبي مريم عليها السلام جي والده جي دل ۾ ٻارجي تمنا پيدا ٿي، انهيءَ وقت بيبي مريم عليها السلام دعا گهري تہ مون كي اولاد عطا فرماءِ تہ تنهنجي حوالي كنديس، دنيا جو كم نہ كرائينديس، جڏهن حضرت بيبي مريم عليها السلام پيدا ٿي تہ سندس والده ان كي بيت المقدس ۾ حضرت زكريا جي حوالي كيو پوءِ ان كي هك حجري ۾ ركيوويو پوءِ جڏهن بيبي مريم عليها السلام كجھ وڏي ٿي تہ ان وٽ قدرتي طور تي انگور موجود ٿيندا هئا، اهي انگور جڏهن حضرت زكريا عليہ السلام ڏسندو هو تہ ان وقت چوندو هو تہ هي ميوا كٿان ٿا اچن؟ حضرت بيبي مريم عليها السلام فرمائيندي هئي تہ هي الله تعاليٰ جي كرم نوازي آهي جنهن كي وٽي اڻ منداڻتا ميوا كارائي سگهي ٿو. جڏهن حضرت بيبي مريم عليها السلام كي الله تعاليٰ پنهنجي قدرت سان اڻ منداڻتا ميوا

ڪارائي سگهي ٿو جنهن جو ذڪر قرآن پاڪ جي مذڪوره آيت ۾ آهي ته اهو ئي ڪريم رب پنهنجي قدرت ڪامله سان اگر اولياءِ الله ڪان ڪرامات جو ظهور ڪرائي ته ان تي ڪهڙو اعتراض آهي. ڇاالله تعاليٰ ان تي قادر ناهي ته پنهنجي وليءَ جي دعا جي برڪت سان ڪنهن مرده کي زنده ڪري، ولي الله جي دعا جي برڪت سان ڪنهن کي اولاد ملي، ڪنهن کي رزق ملي، ڪنهن کي ميوا اڻ مندائتا ڪارائي، هي سڀ درحقيقت الله تعاليٰ جو فضل آهي.

”وتعز من تشاءِ“ جنهن کي وڏيس عزت عطا فرمائي، جنهن کي ولايت عطا فرمائي، جنهن جي هٿڙن جي برڪت سان لوح قلم کي مٽائي اها سڀ الله تعاليٰ جي قدرت آهي.

کی محمدؐ سے وفا تو نے تو ہم تیرے ہیں

یہ جہاں چیز ہے کیا لوح و قلم بھی تیرے ہیں

اڄ انسان جنهن ترقي جي مقام تي پهچي رهيوآهي ان کي ڪرامات جو انڪارنه ڪرڻ گهرجي، ڇوته اڄ جڏهن سائنس جي ترقي ڏسي رهياآهيون ته محسوس ڪري رهياآهيون ته حيرت انگيز ڪم ايجاد ٿي رهياآهن. مثال طور: موبائيل فون ڏسو ڪيترو ته ننڍڙو اوزار آهي ۽ ڪيئن هزارين ميلن تائين سيڪنڊ ۾ آواز پهچي ٿو ڪمپيوٽر کي ڏسو ته پوري دنياڪي هرانسان پنهنجي سامهون جنهن وقت چاهي ڏسي سگهي ٿو اهڙا هزارين مثال توهان کي دنيا جي تختي تي ملندا جنهن کي ڏسي توهان جو عقل حيران رهجي ويندو پر ميٺو پوندو ته هي واقعي سچ آهي، ڪو خواب يا خيال ناهي. درحقيقت اهابه الله تعاليٰ جي قدرت آهي جنهن عام انسان کي ايترو عقل عطا فرمايوآهي، اهڙا سائنسي اوزار ايجاد ڪياويا آهن جو ان جي ذريعي انسان ذات کي آساني ميسر ٿئي ٿي. هاڻي سوچڻ گهرجي ته جڏهن عام انسان کي الله تعاليٰ اهو عقل عطا فرمايوآهي ته اولياءِ الله جو ڪيڏو نه شان هوندو جنهن لاءِ رب ڪريم حديث قدسيءَ ۾ فرمايوته:

"مان رب ڪريم انهن جا هٿ ٿي وڃان ٿو جنهن سان اولياءِ الله وٺن ٿا، انهن جي اک ٿي وڃان ٿو جنهن سان ڏسن ٿا، انهن جو ڪن ٿي وڃان ٿو جنهن سان ٻڌن ٿا". جڏهن هر شي الله تعاليٰ پاڻ ڏانهن منسوب ڪري ٿو ته پوءِ قدرت تي ڪهڙو اعتراض؟

بيشڪ هي الله تعاليٰ جي قدرت آهي جيڪو اولياءِ الله کي اهڙي قوت عطا فرمائي ٿو جنهن جو مثال دنيا جي تاريخ ۾ ملڻ مشڪل آهي.

صحابہ ڪرام کان بہ ڪيتريون ئي ڪرامات ثابت آهن هتي حوالي طور ڪجھ پيش ڪجن ٿيون.

امام الحرمين پنهنجي ڪتاب الشامل ۾ لکيو آهي تہ هڪ دفعي مديني پاڪ ۾ زلزلو آيو زمين زور سان هلڻ لڳي، حضرت امير عمر فاروق فرمايو تہ:

قري الم اعدل عليک

اي زمين خاموش ٿي وڃ ڇامون توتي انصاف نہ ڪيو آهي؟

جلال ۾ اچي زمين کي هي الفاظ فرمايائون ۽ دره بہ لڳايائون تہ زمين ان وقت ئي خاموش ٿي وئي ۽ زلزلو ختم ٿي ويو.

مجاهدين اسلام جڏهن حضرت عمرو بن عاص رضي الله تعاليٰ عنہ جي اڳواڻيءَ ۾ مصر ۾ اسلام جي دعوت پهچائي رهيا هئا تہ ان وقت درياءِ نيل جو پاڻي سڪي ويو. ان وقت مصر جا ماڻهو حضرت عمرو بن عاص رضہ وٽ ويا ۽ چوڻ لڳا تہ اي امير! اسان وٽ جڏهن پاڻي سڪي ويندو آهي هڪ خوبصورت عورت ان ۾ اڇلائيندا آهيون جنهن ڪري پاڻي واپس اچي ويندو آهي، حضرت عمروبن عاص رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو تہ اهي جاهلانہ رسمون هاڻي نہ ٿينديون، پوءِ پاڻ حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنہ ڏانهن مديني پاڪ ۾ خط موڪليائون جنهن ۾ سجو احوال لکيائون حضرت امير عمر فاروق هڪ خط لکيو جنهن ۾ پاڻ هي تاريخي الفاظ فرمايائون تہ:

اي درياءِ نيل، اگر تون پاڻ وهين ٿو تہ جاري نہ ٿيءُ تنهنجي ضرورت ناهي، اگر الله تعاليٰ جي حڪم سان جاري ٿئين ٿو تہ جاري ٿيءُ الله تعاليٰ جي حڪم سان. اهو خط جيئن ئي درياءِ نيل ۾ پهتو تہ درياءِ نيل جوش سان وهڻ لڳو ۽ اڄ تائين حضرت عمر فاروق جي خط کان بعد ۾ ختم نہ ٿيو اڄ تائين جاري آهي. سبحان الله ڇاتہ شان هو محبوب ﷺ جي صحابہ ڪرام جو. حضرت خالد بن وليد رضي الله تعاليٰ عنہ مقام حيره ۾ قيام فرمايو تہ ان وقت ڪجھ دوستن عرض ڪيو ياامير لشڪر توهان عجم وارن جي زهر کان بچندا رهجو پاڻ فرمايائون تہ زهر ڪڍي اڇو ماڻهو اهو زهر ڪڍي آيا تہ پاڻ هي الفاظ مبارڪ پڙهيائون.

**بسم الله الذي لا يضر مع اسمہ شي في الارض ولا في السماءِ وهو السميع العليم.**

زهر پيتائون تہ سندن کي ڪجھ بہ نہ ٿيو،ٻي دفعي عيسائي پادري عبدالمسيح نالي زهر ڪڍي آيو جنهن ۾ ايترو تہ اثر هو جوان جي کائڻ کان تقريبا هڪ ڪلاڪ کان بعد ۾ موت يقيني ٿيندو رهيو پاڻ اهوزهر وٺي پيتائون مٿين دعا پڙهيائون تہ سندن کي ڪجھ بہ نہ ٿيو.اها ڪرامت ڏسي ان عيسائي پادري پنهنجي قوم وارن کي چيوتہ هي مسلمانن جو سپهہ سالار ايتروسخت زهر کائي بہ زنده رهي سگهي ٿو تہ هي تمام حيرت جي ڳالهہ آهي توهان جي لاءِ بهتري ان ۾ آهي تہ مسلمانن سان صلح ڪريو ورنہ انهن جي فتح يقيني آهي چنانچہ انهن عيسائين مسلمانن جو جذبو ڏسي صلح ڪيو. هي واقعو حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ جي دور جو آهي.

حضرت خثيمہ رضي الله عنہ فرمائي ٿو تہ هڪ دفعي خالد بن وليد رضي الله تعاليٰ عنہ وٽ هڪ شخص شراب جي ڀريل هڪ مشڪ کڻي آيو حضرت خالد بن وليد دعا گهري تہ ياالله هن کي ماکي بناءِ. تہ اها ماکي ٿي پئي ۽ سيني لشڪر وارن ڏٺو تہ اها کلي ماکي سان ڀريل آهي.

هڪ دفعي ڪجهہ شخص قافلي جي صورت ۾ وڃي رهياهئا تہ رستي ۾ شينهن وينل هو سيئي شخص پريشان ٿي ويا ۽ اچي حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنہ کي ٻڌايائون پاڻ اچي ان شينهن کي فرمايائون تہ رستو ڇڏي ڏي تہ اهو شينهن پڇ لوڏيندوهليوويو. حضرت ابو طلحہ رضي الله عنہ فرمائن ٿا تہ هڪ دفعي آئون زمين پنهنجي ڏسڻ لاءِ غابہ وڃي رهيو هئس، تہ رستي ۾ رات ٿي وئي، ان ڪري حضرت عبدالله جي قبر مبارڪ جي ڀرسان ترسي پيم جڏهن ڪجهہ رات گذري تہ مون ان وقت قبر مبارڪ مان اهڙي پياري انداز ۾ قرآن ڪريم جي تلاوت جو آواز ٻڌو جو ان کان پهريان ڪڏهن بہ نہ ٻڌو هوم، پوءِ جڏهن مديني منوره ۾ موٽي آيم تہ اهو واقعو رسول الله ﷺ جن کي ٻڌايم تہ پاڻ فرمايائون تہ "اي ابو طلحہ توهانکي اهو معلوم ناهي تہ الله تعاليٰ شهيدن جي روحن کي قبض ڪري زبرجد ۽ ياقوت جي قنديلن ۾ رکندو آهي پوءِ اهي قنديلون جنت جي باغن ۾ هونديون آهن، جڏهن رات ٿيندي آهي تہ انهن روحن کي وري جسمن سان ملايووبندوآهي."

هي چند ڪرامتون پيش ڪيون ويون آهن دليل طور تي، حالانڪ اهڙيون لاتعداد ڪرامتون صحابہ ڪرام کان ظاهر ٿين ٿيون پر هتي فقط چند مثال طور پيش ڪيون ويون تہ ڪرامت جو انڪار نہ ڪرڻ گهرجي بلڪ انهن کي دل سان قبول ڪرڻ گهرجي. شال الله تعاليٰ اسان کي ادب جي توفيق عطا فرمائي. (آمين)

## خلاف عادت ڪمن جاقسم ۽ معجزي ۽ ڪرامت ۾ فرق

انبياءِ ڪرام ۽ اولياءِ ڪرام کان جيڪي خلاف عادت ڪم ظاهر ٿين ٿا يا ٻين ماڻهن کان خلاف عادات ڪم ظاهر ٿين ٿا. مفسرين ڪرام انهن کي هن طرح بيان فرمايو آهي:

**ارهاص:** اعلان نبوت کان پهريان جيڪو خلاف عادت ڪم ڪنهن نبي سڳوري کان ظاهر ٿئي تہ انکي ارحاص چئبو آهي. جيئن

حديث پاڪ ۾ آهي تہ حضوراڪرم ﷺ جن فرمايو تہ آئون مڪي پاڪ ۾ ان پٿر کي سڃاڻان ٿوجيڪو اعلان نبوت کان پهريان مون تي سلام پيش ڪندو هو.(صحيح مسلم شريف 2277 رقم الحديث)

**معجزه:** اعلان نبوت کان بعد ۾ جيڪي عادت جي خلاف ڪم ظاهر ٿين ٿا ان کي معجزه چئبو آهي.جيئن رسول اڪرم ﷺ جن چنڊ کي اشارو فرمايو تہ بہ ٽڪرا ٿي پيو.

سج لاءِ دعا گهريائون تہ لٿل سج واپس آيو.

❖ پٿرن کي حڪم فرمايائون تہ ڪلمو پڙهڻ لڳا.

❖ وڻن کي سڏيائون تہ زمين کي چيري محبوب ڪريم ﷺ جي سامهون آياءِ وري حڪم سان واپس ويا.

❖ جانورن پاڻ ڪريم ﷺ جن کي پنهنجون ڏانهون ٻڌائي فيصلا ڪرايا.

۽اهڙا هزارين محبوب عليہ الصلوات والسلام جن جا معجزا موجود آهن.

**ڪرامت:** اهڙو ڪامل انسان جيڪو محبوب ڪريم ﷺ جن جي شريعت جوپابند هجي يا ڪنهن بہ نبي جي شريعت تي عمل ڪري دين جو مبلغ هجي ان کان اگر ڪو خلاف عادت ڪم ظاهر ٿئي تہ ان کي ڪرامت چئبو آهي.

**معونت:** ڪنهن عام مسلمان کان خلاف عادت ڪم ظاهر ٿئي.

**استدراج:** ڪنهن ڪافر کان خلاف عادت ڪم ظاهر ٿئي.

**اهانت:** ڪوڙي نبيءَ کان عادت جي خلاف ڪم ظاهر ٿئي ۽ ان جي دعوئ کي ڪوڙو ڪندڙهجي، جيئن مرزا قادياني کي هڪ شخص چيو تہ منهنجي هڪ اک انڌي آهي ان لاءِ دعا ڪيو مرزا قادياني جيئن ئي دعاگهري تہ ٻي اک بہ ان جي انڌي وئي. (بيان القرآن ج 5 ص 55)

ڪرامت جا 3 قسم آهن.

1. علم بہ هجي ۽ ارادو بہ هجي. جهڙي طرح حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنہ جن درياءِ نيل ڏانهن خط لکيو ۽ اهو وهڻ لڳو.

2. علم هجي پر ارادو نہ هجي. جيئن حضرت بيبي مريم عليها السلام وٽ اڻ منڊائتا ميوا ايندا هئا.

3. علم ۽ ارادو ٻئي نہ هجن. جيئن هڪ دفعي حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ هڪ مهمان سان طعام پئي کاڌو بعد ۾ ڏٺائون تہ طعام ڪُٺو ناهي بلڪہ زياده پيو آهي.

ڪرامت جا ٻہ قسم آهن پهريون قسم ڪرامت حسي ۽ ٻيو ڪرامت معنوي

1 ڪرامت حسي: جيڪا ظاهري طرح عقل جي خلاف هجي، ان جا ڪيترائي قسم آهن.

1: مردن کي زنده ڪرڻ

2: مردن سان ڪلام ڪرڻ

3: ذائقو تبديل ڪرڻ

4: زمين جو ويڙهجي وڃڻ

5: وڻن سان گفتگو ڪرڻ

6: مريضن کي شفا ڏيڻ

7: جانورن جو فرمانبردار هجڻ

8: وقت جو گهٽجڻ

9: وقت جو ڊگهو ٿيڻ

0: دعا جو قبول ٿيڻ

11: دلين کي پنهنجي طرف ڇڪڻ

12: غيب جون خبرون ٻڌائڻ

13: کائڻ پيئڻ کانسواءِ زنده رهڻ

14: پري جي شين کي ڏسڻ

15: مختلف صورتن ۾ ظاهر ٿيڻ

16: مشڪلاتون آسان ڪرڻ

17: زمين جي خزانن کي ڏسڻ

18: دشمنن جي شر کان بچڻ

هي ڪجھ قسم بيان ڪياويا ڪرامت حسي جا، اهڙا سوين قسم ٻيا بہ بيان ڪياويا آهن.

2 ڪرامت معنوي: رسول اڪرم صلی اللہ علیہ وسلم جي سنت وشريعت تي عمل ڪرڻ، حسد، بغض ۽برائي وغيره کان بچڻ سنت تي هميشہ پابند رهڻ، اصل ۾ وڏي ڪرامت هي آهي جو انسان پاڻ کي هميشہ رسول اڪرم صلی اللہ علیہ وسلم جن جي سنت جي مطابق زندگي گذاري ۽ اتي ئي ان جو وصال ٿي وڃي اهائي وڏي ڪاميابي آهي.

ساري رات سبحان جاڳي جن ياد ڪيو
ان جي عبداللطيف چئي مٺي لڌو مان
ڪوڙين ڪن سلام آڳھ اچيو ان جي

انبياءِ ڪرام عليهم السلام جي دعوت وتبليغ انسانن تائين پهچائڻ لاءِ انهن جانائب هميشہ انسان ذات کي سڌو رستو ڏيکاريندا رهيا آهن، پرمحبوب صلی اللہ علیہ وسلم جن جي امت جي ولين پنهنجي محبوب صلی اللہ علیہ وسلم جي پيغام کي عام ڪرڻ ۾ پنهنجو تمام سهڻو ڪردار ادا ڪري مخلوق خدا کي بي انتها فائدو پهچايو آهي، اولياءِ ڪرام هن خطي تي عشق مصطفيٰ صلی اللہ علیہ وسلم جون اهڙيون محفلون مچايون آهن جنهن مان ڪروڙين انسانن فائدو حاصل ڪيوآهي ۽ پنهنجي دلين کي عشق مصطفيٰ سان منورڪيوآهي. الله تعاليٰ جي ذات انهن سيني اولياءِ ڪرام جي فيض کي تاقيامت جاري وساري فرمائي.(آمين)

ڀلا ڀاڳ آهن ڪنڊيارو جي سرزمين جا، جتي بہ الله تعاليٰ جي ولين جا آستانا آهن، هڪ طرف حضرت قبلہ محبوب سهڻاسائين نور الله مرقده ۽ حضرت قبلہ مرشدي محبوب سڄڻ سائين دامت برڪاتهم العاليہ جن پنهنجي نوراني نگاھ سان پوري دنيا ۾ عشق مصطفيٰ جوپيغام پهچائي لکين ويران دلين کي آباد ڪيو آهي ۽ ڀٽڪيل انسانن کي راھ هدايت ڏيکاري انهن کي سنت وشريعت

جوسخت پابند بڻايو آهي ۽ هر جڳهہ تي "الله الله" جي ذڪر جي تنوارجاري ڪرائي آهي، هر ماڻهو پنهنجي محبوب مرشد جي نظر سان توحيد ورسالت جي چاشني چکي رهيوآهي ۽ مون مسڪين کي بہ مرشدِ قبلہ محبوب سجڻ سائين مدظلہ العالي جن جي نگاهہ ڪيميا چکي ورتو.

نگاہ ولی میں یہ تاثیر دیکھی
بدلتی ہزاروں کی تقدیر دیکھی

ٻئي طرف ڪنڊيارو جي سرزمين تي حضرت قبلہ حاجي دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ جهڙا مرد مجاهد، عاشق رسول ۽ انهن جا صاحبزاده حضرت قبلہ نورمحمد فقيررحمتہ الله عليہ ۽ حضرت قبلہ ميرمحمد فقير رحمتہ الله عليہ جهڙا ڪامل، رهبر شريعت، غريبن جاغمخوار ۽ انهن جافرزند جيڪو توحيد رسالت وعشق مصطفيٰ جو ذڪر مخلوق جي دلين هزارين مرده دلين کي زنده ڪري ويا آهن. هن عاجز ڪي دل ۾ خيال آيو تہ اهڙن ڪاملن جي باري ۾ ڪجهہ معلومات حاصل ڪري ان کي ڪتابي صورت ڏني وڃي، ان ارادي کي سامهون رکندي پنهنجي هڪ دوست محترم غلام مصطفيٰ مگريو صاحب سان گڏجي درگاهہ لوڙهي شريف تي حاضري ڏني سين۽ موجوده سجاده نشين حضرت قبلہ شهاب الدين فقير لوڙهائي قادري جن جي خدمت ۾ پنهنجو ارادو ظاهر ڪيوسين. پاڻ انتهائي پيار محبت ۽شفقت سان نوازيائون ۽ اجازت ڏنائون، پنهنجي پراڻن فقيرن سان ملايائون ۽ سندن جي نگاهہ سان هي چند محبت ڀريون ڳالهيون گڏ ڪرڻ جو موقعو مليو جيڪي اڄ توهان جي سامهون پيش آهن. بالخصوص فقيرن لاءِ جن پنهنجي مرشدن جي نگاهن سان سينن کي صاف ڪري لااِلٰہ اِلا الله جي لولي سان جهرجهنگ ۾ هر ماڻهوءَ تائين محبت جو پيغام پهچايو۽ حق مرشد لوڙهائي جانعرا دنيا ۾ گونجايا. اميد آهي تہ هن مان سيني

عاشقن کي فائدو حاصل ٿيندو. ڇوته اولياءَ الله جو شان ڳا.ٺڻ به رحمت خداوندي جو ذريعو آهي.

## عند ذکر الصالحين تنزل الرحمة

جتي صالحين ٻانهن جو ذڪر ٿيندو آهي اتي الله تعاليٰ جي رحمت جو نزول ٿيندو آهي.

اهڙي طرح هنن ڪاملن جي ڪچهرين جي ڪري دل جي دنيا تبديل ٿي ويندي ڇوته هنن پنهنجي رب ڪريم کي ريجهايو آهي رڳ رڳ ۾ وار وار ۾ ذڪر الله جون تنوارون ايجاد ڪيون آهن.

وحده جي وڏيا الاالله سين اورين
هيون حقيقت گڏيو طريقت تورين
معرفت جي ماٿ سين ڏيساندر ڏورين
سک نه ستا ڪڏهن ويهي نه ووڙين
ڪلهنئون ڪورين عاشق عبداللطيف چئي

حضرت قبله سائين دلمراد فقير رحمة الله عليه به پنهنجي مالڪ حقيقي سان اهڙي لنوَ لڳائي جو سندن راتيون يادِ اِلاهي ۾ گذري ونديون هيون، جنهن جڳهه تي مغرب جي آذان اچي ويندي هئي ته هي ڪامل ان جڳهه تي ويهي سڄي رات ياد خدا ۾ نفلن ۾ گذاري صبح جو اشراق جانفل پڙهي پوءِ اڳتي سفر ڪنداهئا، هي اهو عشق هو جنهن سندن جي ذات ۾ انسان ذات جي رهنمائي جو جذبو پيدا فرمايو ۽ سندن جي نگاهه بصيرت سان ويران دليون سيراب ٿيون.

هن ڪتاب ۾ سندن جي ذات جي ۽ سندن جي ڪرامتن ۽ ٻاجهه ڀرين ٻولن جو ذڪر ڪيوويو آهي. درحقيقت سندن جي فيض محمديءَ مان جيڪي سينا آباد ٿيا اگر انهن سان ملاقات ڪجي ٿي ته ايترو ته مواد ملي ٿو جو ڪيئي ڪتاب تيار ٿي سگهن ٿا، پرجيئن ته سندن جي سيرت تي هي ڪتاب مون 2002ع ۾ لکيو هو پر ڪجهه

ڪمزورين ۽ سستين جي ڪري هي ڪتاب منظر عام تي نہ آڻي سگهيو هئم ۽ بلڪل سست ٿي ويهي رهيم. پر مهربان سائين قبلہ فقير شهاب الدين سائين مدظلہ العالي (موجوده گادي نشين درگاه لوڙهو شريف) جن هن عاجز کي هروقت پيار پرين الفاظن سان فرمائيندا رهندا هئا تہ هن ڪتاب کي جلدي ۾ آندووڃي.

انسان خطا جو گهر آهي، ضرور هِن ڪتاب ۾ توهانکي غلطيون ۽ خاميون وغيره ڏسڻ ۾ اينديون، ان ڪري اهي ڪميون ڪوتاهيون ڏسي پنهنجي قيمتي مشورن سان ضرور نوازيندا تہ جيئن اهي غلطيون درست ڪري سگهجن. درحقيقت هي ڪتاب فقط فقيرن جي طرفان جيڪي ڪجهہ مواد ملي سگهيوآهي انهيءَ تي ئي تيار ٿيل آهي، هن کان پهريان ڪوبہ ڪتاب وغيره هن عاجز کي نہ مليوآهي پراسان پوري ڪوشش ڪئي آهي تہ هن ڪتاب ۾ تمام مواد صحيح هجي، ان ڪري ئي هر فقير سان روبرو مليا آهيون ۽ قبلہ سائين فقير شهاب الدين قادري صاحب جن کان بہ تصديق ڪرائيندا رهياسين تنهن کان بعد ۾ ئي ان کي تحريري صورت ۾ آندو ويوآهي.

اميد آهي تہ هي ڪيل ڪوشش قبول پوندي

## مختصر تعارف

درگاهہ لوڙهي شريف تي هن وقت سجاده نشين حضرت قبلہ حاجي شهاب الدين فقير مدظلہ العالي آهي، پاڻ باعمل بزرگ آهن، انتهائي مهربان ۽ محبت وارا آهن، سندن جي چهري کي ڏسڻ سان ائين تصور ڪبوتہ پاڻ واقعي هن دور جا ڪامل ولي الله آهن، ساڳيو سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ وارو طريقو آهي. هرشخص سان محبت ۽ پيار پرئي انداز ۾ گفتگو ڪرڻ تہ سندن ورثي ۾ مليل آهي. جيڪو بہ شخص درگاهہ تي ايندو آهي تہ پهريان وضو ڪري نفل پڙهندو آهي پوءِ مزار شريف تي قل شريف پڙهي دعا گهرڻ کان بعد ۾

لنگر ڪندو آهي پوءِ سائين قبلہ شهاب الدين فقير جن ان کان حال احوال وٺندا آهن، پوءِ پاڻ دعا، دوا ٻئي ڏيندا آهن. جيڪي دعا گهرندا تہ دعاءِ دوا گهرندا تہ دوا ملندي اگرڪو عشق وارو پنهنجي اندر کي اجارڻ لاءِ عرض ڪندو تہ انشاءَ الله ان جو اندر بہ صاف ٿي ويندو. درگاهہ شريف تي رهائش جو مڪمل بندوبست ٿيل آهي ڪنهن کان بہ پئسا وغيره ياڪنهن ٻي شئي جي گهُر ناهي. هرشئي ماني، رهائش وغيره سائين جن پاڻ ڪندا آهن. اگر ڪورهڻ چاهي تہ ان کي ڪير بہ نہ روڪيندو اگر ڪو وڃڻ چاهي تہ ا ن جي بہ سندس مرضي آهي.

هن پرفتن دور ۾ اهڙا ڪامل رهبر ملڻ مشڪل آهن، پر الحمدلله ڪنڊيارو جي سرزمين تي سائين قبلہ محبوب سڄڻ سائين مدظلہ العالي جن هزارين نہ بلڪہ لکين باطني مريضن کي الله الله جي تنوار سان انهن دلين کي تندرست بنائي عشق مصطفيٰ ﷺ جن جو پيغام پڌائي رهيا آهن تہ ٻئي طرف سائين لوڙهائي بزرگ منڙي مصطفيٰ ﷺ جن جو پيغام مخلوق تائين پهچائي رهيا آهن.

شال الله تعاليٰ سندن کي خضري حياتي عطافرمائي ۽ تاقيامت آباد رکي. (آمين)

**محمد ساجد فاروقي طاهري**

**المعروف راحب علي گهانگهرو**

# شجرو مبارڪ

حاجي ميان محب الله فقير رحمتہ الله عليہ

سندن کي هڪ پٽ: حاجي ميان دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ

سندن کي ٻہ پٽ: حضرت ميان نورمحمد فقير رحمتہ الله عليہ ۽ ميان مير محمد فقير رحمتہ الله عليہ

سائين مير محمد فقير رحمتہ الله عليہ کي ڪوبہ اولاد نہ هو.

سائين نورمحمد فقير رحمتہ الله عليہ کي هڪ پٽ ميان جان محمد فقير رحمتہ الله عليہ جو اولاد.

سائين ميان جان محمد فقير رحمتہ الله عليہ کي ٻہ گهرواريون.

پهرين گهرواريءَ مان ٽي پٽ: حضرت قبلہ شهاب الدين فقير مدظلہ العالي (موجوده گادي نشين درگاهہ لوڙهائي شريف) ٻيو منور فقير ۽ انور فقير.

ٻي گهرواريءَ مان ٽي پٽ: اصغر علي فقير، ذوالفقار علي فقير ۽ ممتاز علي فقير.

سائين قبلہ شهاب الدين فقير مدظلہ العالي جن کي پنج پٽ اولاد آهي:

پهريون علي مرتضيٰ، فقير الطاف حسين، فقير عبدالحليم، فقير عبدالباسط ۽ فقير عبدالسلام.

فقير علي مرتضيٰ کي هڪ پٽ: فقير عبدالقدير ۽ هڪ نياڻيءَ جو اولاد.

سوانح حيات

# پير طريقت رهبر شريعت حضرت قبلہ الحاج فقير دلمراد لوڙهائي رحمة الله عليه المعروف لوڙهائي فقير

**نالو:** حاجي دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ

**والد:** ميان محب الله فقير رحمتہ الله عليہ

**جاءِ ولادت:** ڳوٺ ڪيٽي موسيٰ ٻگهيو تعلقہ ڏوڪري ضلع لاڙڪاڻو

**تاريخ ولادت:** تقريبا 1852ع

**ذات:** ابڙا

نماز فجر کان بعد ۾ روزانہ صبح جي وقت هڪ فقير لٺ هٿ ۾ کڻي گهر کان ٻاهر نڪري ۽ ڏاچيون چارڻ لاءِ جهرجهنگ نڪري ويندوهو هڪ ڏهاڙي اچانڪ هڪ شخص آيو جنهن ان فقير کي کنهن ولي ڪامل جا سلام ڏنا پوءِ اهو فقير ڏاچيون جهنگ ۾ ڇڏي وڃي ان درويش جو مريد ٿيوءِ سالن جا سال ان درويش جي خدمت ۾ رهي شريعت طريقت جاروحاني راز پروڙيائين، آخر هڪ ڏينهن درويش ڪامل ان فقير کي چيوتہ هاڻي وڃي جهرجهنگ گهمي خدا جي قدرت جو سير ڪر ڪيس ان وقت ئي فقير الله تعاليٰ جو نالو وٺي روانو ٿي ويو ۽ سالن جا سال جهرجهنگ ۾ برن بحرن ۾ سير ڪندو رهيو ۽ الله تعاليٰ جي ذڪر جي لولي جهونگاريندي رهيو ائين ذڪر ڪندي ڪندي هڪ ڏهاڙي عربي سمنڊ جي ڪناري تي اچي پهتو سمنڊ جي ڪناري ڪيترائي بحري جهاز بيٺل هئا جيڪي حاجين سڳورن کي مڪي پاڪ کڻي وڃي رهيا هئا هن فقير بہ اتي بيٺل ماڻهن مان ڪنهن کي چيو تہ مون کي بہ جهاز ۾ وٺي هلو اتي بيٺل ماڻهن مان

جيڪو جهاز جو ڪپتان هو ان چيوتہ توهان وٽ جهاز ۾ سوار ٿيڻ جاڪاغذ وغيره ناهن ان ڪري اسان توهان کي ڪٽي نہ هلنداسين، فقير غورسان ڏسندهو رهيو ۽ ان فقير جي سامهون ئي جهاز روانو ٿي ويو جڏهن جهاز هلڻ لڳو تہ فقير جي اکڙين ۾ پاڻي اچي ويو ۽ روئي پنهنجي روحاني انداز سان چوڻ لڳو.

مديني جاگهوٽ سڻ منهنجا سڏڙا
ڪج محمد صلي الله عليه وسلم موٽ اسين تنهنجي آسري

اهي درد ڀريا الفاظ پڪاري پنهنجي هٿ ۾ جيڪو ڏنبو هيس ان کي هڪ هٿ هيٺان رکي ٻيو هٿ ان جي مٿان رکي، سمنڊ ۾ لاهي ان لٺ جي مٿان چڙهي ويٺو تہ ڏسندڙ حيران ٿي ويا پرهي فقير پنهنجي ان ڏنڊي تي چڙهي ان تي روانو ٿي ويو ۽ اهو ڏنبو ٻيڙي وانگر هلڻ لڳو ۽ ايترو تہ تيزيءَ سان سمنڊ ۾ هلڻ لڳو جو جهاز جي ويجهو پهچي ويو جڏهن بحري جهاز وارن هِن فقير کي سمنڊ ۾ ڏٺو تہ ڏندين آڱريون اچي ويون ۽ فقير کي اشارا ڪرڻ لڳا تہ هاڻي هلي اچ!، پر هيءُ فقير پنهنجي مستي ۾ سمنڊ ۾ هلندو رهيو ۽ ائين ئي هي فقير سمنڊ پار ڪري مڪي ومديني پاڪ جو ديدار ڪرڻ لاءِ ان پاڪ سرزمين تي پهچي ويو ان ڪانپوءِ مشهور ٿي ويو تہ انهيءَ فقير ڏنڊي تي حج ڪيو آهي. ان فقير جو نالو هو حضرت قبلہ الحاج دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ آهي.

حضرت الحاج دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ جن جو والد صاحب حضرت ميان محب الله فقير، الله تعاليٰ جو پيارو ٻانهوهو باعمل، شريعت جو پابند هو سندن کي هڪ فرزند حاجي دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ پيدا ٿيو ميان محب الله فقير جو گذر سفرزمين ۽ ڏاچين تي هوندو هو ان ڪري پاڻ ڏاچيون بہ چاريندا هئا جڏهن فارغ ٿيندا هئاتہ پاڻ حضرت ميان لونگ فقير رحمتہ الله عليہ (ضلع خيرپور ۾ سندن جي

مزار مبارڪ آهي) جن جي صحبت ۾ تمام گهڻو وقت گذاريندا هئا. جڏهن حضرت لونگ فقير رحمة الله عليه وفات ڪئي ته پاڻ تمام گهڻو غمگين ٿيا ۽ انهيءَ غم کي دور ڪرڻ لاءِ حضرت ميان فيض محمد فقير عليه الرحمة (سگين وارو بزرگ تعلقه گمبٽ) جن وٽ آيا ۽ پنهنجي اجايل دل کي ذڪر الاهيءَ سان سيراب ڪندا رهيا. جڏهن حضرت ميان محب الله فقير رحمة الله عليه کي ميان حضرت دلمراد فقير جن پيدا ٿيا ته پاڻ پنهنجي گهرواريءَ کي فرمايائون ته هن فرزند کي هميشه وضوءَ ڪري پوءِ ٿڃ پياريندا ڪريو. حضرت ميان دلمراد فقير رحمة الله عليه جي بچپن جا ڏهاڙا گذري رهيا هئا ۽ ميان محب الله فقير رحمة الله عليه جن ڪڏهن ڪڏهن حضرت حاجي دلمراد فقير رحمة الله عليه کي بچپن جي زماني ۾ پنهنجي مرشد ميان فيض محمد فقير رحمة الله عليه جن وٽ وٺي ايندا هئا ۽ ائين ئي حضرت حاجي دلمراد فقير رحمة الله عليه جي بچپن جا ڏهاڙا گذري رهيا هئا ته اچانڪ هڪ ڏهاڙي سندن جو والد ميان محب الله فقير رحمة الله عليه هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا.

## فقيري جو تاج ملڻ

ان ڪان بعد ۾ حضرت ميان دلمراد فقير رحمة الله عليه پنهنجي چاچي سان گڏ ڍاچيون چاريندا هئا هڪ ڏهاڙي حاجي دلمراد فقير رحمة الله عليه جن کي سندن والده فرمايو ته "ٻچا اسان توهانکي ڪڏهن به بغير وضوءَ جي ٿڃ نه پياري آهي، ان جو مطلب اهو ناهي ته توهان ڍاچيون چاريندا رهو ۽ اصل مقصد توهان ڪان وسري وڃي ان ڪري توهان فقيري جي طرف ڪوشش ڪريو". اهي الفاظ پاڻ ٻڌندا هئا پر پاڻ انهن ڏانهن ڪو به خيال نه ڪندا هئا جنهنڪري سندن والده سڳوري هميشه اهاڳالهه ياد ڏياريندي رهندي هئي ته توهان کي فقير ٿيڻو آهي.

هڪ ڏهاڙي حضرت ميان فيض محمد فقير رحمت الله عليه جن پنهنجي فقيرن کي فرمايو ته ميان محب الله فقير پاڻ سان گڏ هڪ ننڍڙو نينگر وٺي ايندو هو اهو ڪٿي آهي؟ انکي جيڪو به فقير ملي ته ان کي اسان جا سلام چئجو هميشه وانگر حضرت حاجي دلمراد فقير رحمت الله عليه ڍاڇيون چاريندا هئا ته ان فقير اچي حضرت ميان فيض محمد رحمت الله عليه جا سلام ڏنا جيئن ئي سلام پهتا ته ان وقت ئي پاڻ ڍاڇيون ڇڏي درگاهه شريف تي پهتا(سگين جي شهر پرسان)۽ اچي حضرت فيض محمد فقير رحمت الله عليه جي خدمت ۾ حاضر ٿيا، جيئن ئي ملاقات ٿي ته ان وقت ئي دل جي دنيا بدلجي وئي ۽ پاڻ اتي ئي رهڻ لڳا پوءِ قرآن ڪريم جي ظاهري تعليم ۽ باطني تعليم پنهنجي مرشد کان ئي حاصل ڪرڻ لڳا. هڪ ڏهاڙي سندن جو چاچو درگاهه شريف تي آيو ۽ اچي سندن کي چيائين ته هلو پنهنجيون ڍاڇيون سنڀاليو پاڻ فرمايائون ته چاچا هاڻي ڍاڇيون وڃي توهان پاڻ سنڀاليو اسان هاڻي هِن رنگ ۾ آهيون.پنهنجي مالڪ حقيقي کي راضي ڪرڻ لاءِ اسان سندرو ٻڌو آهي، هاڻي هن در تان نه هٽنداسين پوءِ سندن چاچو هليو ويو.

هاڻي پاڻ رات ڏينهن مرشد جي خدمت ۾ گذاريندا هئا ۽ روحاني فيض حاصل ڪندا رهيا نماز باجماعت ادا ڪندا هئا۽ نفل وغيره جو به تمام گهڻو خيال رکندا هئا.سڄي رات ياد خدا ۾ گذاريندا هئا.

عاشقن آرام ڪڏهن تان ڪونه ڪيو
طعني ڪيا تمام حبيباڻي هيڪڙي

هاڻي هروقت. جهرجهنگ ۾ ياد الاهيءَ ۾ گذاريندا هئا، اکين مان هميشه نيرَ وهائيندا رهيا ته من راڻو راضي ٿئي، ڪڏهن جبلن ۾ ته ڪڏهن برن ته ڪڏهن بحرن ۾ لااِلهٰ اِلا الله جي ذڪر جي تنوار سندن جي زبان تي هميشه رهندي هئي.

واڍوڙين وائي سدا آهي سور جي
جيڪا اٽن من ۾ سلن ناسائي
اوڙڪ اهائي ڳوليو ڏسن ڳالهڙي
(شاهه ڀٽائي)

پاڻ تقريبا 3 سال مستانه زندگي گذاريائون، مرشد جي خدمت ڪان بعد ۾ جهنگلن جاعجيب سير ڪيائون پاڻ هڪ دفعي فرمايائون ته آئون هڪ دفعي سفر ۾ هيس ته تقريبا۶ مهينا گذري ويا ته مونکي بک نه لڳي هڪ ڏهاڙي رستي تان وڃي رهيو هئس ته هڪ هاري مون کي سڏ ڪيو آئون آيس ته ان چيو ته فقير اڄ منهنجي ڪٽڪ جي لاباري جي ونگار هئي، ان ڪري مون انهن جي ماني تيار ڪرائي، پر ماڻهو ڪونه آيا، اچو توهان ماني کائو آئون ڪائي ويس پر مونکي ڪا به پرواهه يا تڪليف نه ٿي.

پاڻ فرمائيندا هئا ته اگر ملندي هئي ته شڪر ڪندا هئاسين، اگر ڪاشئي نه ملندي هئي ته صبر ڪنداهئاسين. پاڻ فرمائيندا هئا ته اسان کي جيڪو سڪون ذڪر الاهي ۾ اچي ٿو اهو ٻي دنيا جي ڪنهن به شي ۾ ناهي.

هڪ دفعي پاڻ فرمايائون ته جڏهن اسان سير ڪندا هئاسين ته درياءَ ۾ به لهي ويندا هئاسين، مهينن جا مهينا هلندا هئاسين فقط نماز جي ٽائيم تي ٻاهر نڪري ايندا هئاسين. جوئر جي پيهن تي نماز پڙهنداهئاسين، جتي نانگ وينل هوندا هئا پوءِ انهن کي لت سان پري ڪري نماز پڙهنداهئاسين، پر نمازادا ڪندا هئاسين. پاڻ جماعت جو تمام گهڻو سخت تاڪيد ڪندا هئافرمائينداهئا ته ادا جنهن ڏينهن نماز باجماعت سان قضا ٿي وئي ان ڏهاڙي قيامت اچي ويندي هئي اسان فقيرن لاءِ...

هڪ ڏهاڙي پاڻ جيئن ئي سير وسفر تان واپس پنهنجي مرشد جي دربار تي آيا ته مرشد فرمايس ته هميشه ذڪر الاهي ۾ مشغول رهندا ڪريو اهائي ڪامل جي نظر هيس جنهن سندن کي به بينظير بنائي ڇڏيو.

هيس منجهه امان عشق اٽاريس اوچتو
ڏراڙا ڪي ڏڻ سنئون سونها يم پيچرو.

ڪڏهن ته ڏاچين جي ڏڻن ۾ ويناهوندا هئا پر اڄ ڪامل جي نظر سان پاڻ به ترياق بنجي ويا.

هڪ دفعي پاڻ سفر ڪندي حضرت ميان لونگ فقير رحمته الله عليه جي درگاهه شريف تي آيا ته اتان جي گادي نشين فرمايو ته دلمراد فقير رحمته الله عليه هاٽي گهٽو رليو آهين. فقير هاٽي وڃي هڪ جڳهه تي ويهه پاڻ عرض ڪيائون ته اي حضرت! مونکي هڪ جڳهه تي ويهڻ نه ٿو اچي، جنهن تي ميان لونگ فقير رحمته الله عليه جن گادي نشين، عقيق جي پٿر جي تسبيح سندن ڳچي ۾ وجهي فرمايائون ته توهان وڃي ويهي رهو. پاڻ فرمايائون ته ان ڪان بعد ۾ مونکي ائين محسوس ٿيڻ لڳو جڻ ڪنهن مون کي زنجير ۾جڪڙي ڇڏيوهجي، ان ڪان بعد ۾ پاڻ اچي ڏوڪري تعلقي ۾ درياءَ جي ڀرسان آستانو تاهي ان کي چوڌاري لوڙهو ڏئي ويهي رهيا، پران کي ڪجهه وقت کان بعد ۾ درياءَ پائي ويو ان ڪان بعد ۾ پاڻ ٻيو لوڙهو وجهي ويهي رهيا جيڪو اڄ تائين قائم آهي ۽ متئين لوڙهي جي نالي سان مشهور آهي، اتي پاڻ شادي به ڪيائون ۽ سندن کي اولاد به ٿيو جيئن ئي پاڻ هڪ جڳهه تي ويهي ذڪرِ الاهي ۾ مشغول ٿيا ته هر طرف کان مخلوق خدا مان انسان هزارن جي تعداد ۾ اچي شريعت وطريقت جا راز حاصل ڪرڻ لاءِ سندن جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ لڳا، پوءِ چند ئي ڏينهن ۾ درگاهه لوڙهو شريف مشهور ٿي ويو ۽ هر وقت ذڪرِالاهي جون تنوارون گونجڻ لڳيون، وڏا وڏا بدڪارانسان به سندن جي صحبت ۾ رهي ڪامل بنجي ويا ۽ تهجد گذار بنجي ويا، پاڻ فقيرن جي اهڙي طرح اصلاح ڪيائون جو مرندي گهڙي تائين به فقيرن نماز، روزي، نوافل، تلاوت عشق وارو رستو نه ڇڏيو جنهن تي نظر فرمائيندا هئا ته بس دل ڏئي ويهي رهندو هئا.

جوڳي جاڳايوس ستو هئس ننڊ ۾

تِهانءِ پوءِ ٿيوس پرين سندي پيچري

هڪ دفعي پاڻ درگاهہ شريف تي وينا هئا تہ ڪجهہ چنہ قوم جا نقير آيا ۽ اچي سندن کي عرض ڪيائون تہ قبلہ سائين اسان سان گڏجي هلي رهو(جتي اچ آرامي آهن) انهيءَ جڳهہ لاءِ آيا، پوءِ پاڻ انهن سان گڏجي درگاهہ لوڙهو شريف (موجوده)بنياد رکيائون ۽ اتي مخلوق خدا کي فيض ڏيندا رهيا. هاڻي پاڻ 15 ڏينهن متئين لوڙهو(ڪيتي موسي ٻگهيو)تي رهندا هئا ۽ 15 ڏينهن ڪنڊيارو وارو موجوده لوڙهي تي رهندا هئا جتي ڪيترائي عاشق ياد الاهي ۾ مستغرق رهندا هئا.

پاڻ صاحب توڪل هئا. فرمائيندا هئا تہ اسان جي درگاهہ شريف تي ڪڏهن بہ ٻن وقتن جو ڪاڏو موجود نہ رهيو هڪ وقت ۾ جيڪو طعام ملندو هو اهو فقيرن ۾ ورهائي ڇڏيندا هئايئي وقت لاءِ الله تعاليٰ جي ذات تي ڀروسو رکندا هئا. پاڻ قادري سلسلي جا بزرگ هئا ۽ انهيءَ سلسلي جي خوب اشاعت ڪيائون، هميشہ سچ ڳالهائيندا هئا ڪنهن بہ انسان ۾ لالچ نہ رکندا هئا، پنهنجي فقيرن کي بہ اهو ئي حڪم فرمائيندا هئا، نماز جي معاملي ۾ تمام سخت هوندا هئا، هڪ دفعي ڪنهن فقير ڪُتر پئي ڪئي تہ مغرب جي آذان اچي وئي تہ پاڻ ان گاهہ کي اڇلرائي ڇڏيائون۽ فرمايائون تہ ”اهڙو گاهہ اسان جا جانور نہ کائيندا جيڪو گاهہ اسان جي فقيرن کي نماز کان دير ڪرائي ٿو“. سبحان الله هي ڪهڙو تقويٰ جو عجيب رنگ هو جو هر ڪم الله تعاليٰ جي رضا لاءِ ڪندا هئا.

پاڻ يسين شريف جا عامل هئا، هر وقت يسين شريف جو ورد ڪندا هئا هر نماز کان بعد ۾ نفل پڙهندا هئا ۽ فرمائيندا تہ جيڪو شخص نماز کان بعد ۾ نفل پڙهي ٿو اهو جڻ الله تعاليٰ کان موڪلائي وڃي ٿو.

پاڻ وقت جاذاڪر۽ صابر ٻانها هئا، خدا تعاليٰ سندن کي عشق ادب سان نوازيو هو. درگاهہ شريف تي جيڪو بہ شخص ايندو هو ان کي سڀ کان پهريان وضوءُ ڪرائي 2 رڪعتون نفل پڙهائيندا هئا، بعد

۾ ان کي لنگر کارائيندا هئا، بعد ۾ ان کان حال احوال وٺندا هئا. ان کي ياد الاهي جو سبق ڏيندا هئا. هي ڳالهه تحقيق مان ثابت ٿي آهي ته جيڪو شخص سندن جي صحبت ۾ آيو پوءِ پوري زندگي سندن جي فقيري ۾ رهيو. پاڻ فقيرن کي تهجد، اشراق، چاشت، اوابين، صلوات التسبيح، سچ ڳالهائڻ جو هميشه سخت تاڪيد ڪندا هئا، جنهن ڪان بعد اهي فقير خود بخود عامل بنجي ويندا هئا.

پاڻ فرمائيندا هئا ته اسان جيڪو درگاهه جو لوڙهو شريف نالو رکيو آهي ان جو مطلب آهي هر انسان کي هر گناهه کان بچائڻ اکين، پيرن، هٿن ۽ زبان مطلب ته هر طرح جي گناهه کان بچڻ کي لوڙهو سڏبو آهي. اهڙي طرح سان درگاهه لوڙهو شريف مان مراد به انسان جي ايمان جي حفاظت آهي.

پاڻ تقريبا 7 سال سعودي عرب ۾ رهيا جتي پير جا وڻ به پوکيائون. ان کان علاوه شام، نجف، مصر، جو سير به ڪيائون، پاڻ هميشه فقيري لباس ۾ رهندا هئا، ڪڏهن به تڪبر نه ڪندا هئا پر ڪنهن به ظالم جابر کان نه ڊڄندا هئا ۽ هر ڪنهن کي سچ چئي ڏيندا هئا. سندن جي تقويٰ جو اهو عالم هو جو بغير وضوءَ جي ماني نه کائيندا هئا. پاڻ فرمايائون ته اسان ڪڏهن پنهنجي گهران به ڪجهه ڪين گهرندا هئاسين. هڪ دفعي سندن کي ڪافي ڏينهن ٿي ويا ته پاڻ پنهنجي گهر مان ڪجهه به نه گهريائون ۽ پاڻ بک تي ويهي رهيا جڏهن گهروارن کي خبر پئي ته پوءِ انهن معذرت ڪئي، اهڙن ڪاملن جو شان جيترو لکجي اوترو گهٽ آهي.

صورت ساهڙ ڄام جي ڏٺي جن هيڪار
ستيون ڪين سک ٿي پري ساڻ پتار
گهڙيون گهڙن ڏار ڪاهي پيون ڪن ۾.

جن پيارن مالڪ ڪريم جي قدرت جا مشاهدا ڪيا انهن جو مقام ڇا بيان ڪجي.

شاديون: حضرت حاجي دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ جن 4 شاديون كيون هڪ گهرواريءَ مان 2 پٽ 4 نياڻيون، ٻي گهرواريءَ مان ٻہ فرزند:1 حضرت نورمحمد فقير2حضرت ميان ميرمحمد فقير. هنن مان ئي اڳئي سندن جو نسب هليو باقي ٻين گهروارين جي متعلق معلوم ناهي.

الله تعاليٰ بهتر ڄاڻي ٿو.

آخر هي ڪامل ولي الله ڪنڊيارو کان 7 ڪلوميٽر اولهہ طرف درگاهہ لوڙهو شريف تي هن فاني دنيا کي ڇڏي مالڪ حقيقي سان مليو الله تعاليٰ سندن جي مزار مبارڪ تي ڪروڙها رحمتون نازل فرمائي.

تاريخ وفات: 1376 هجري 2 ذي الحج بمطابق 1957ع.

دعاآهي تہ الله تعاليٰ اولياءِ ڪاملين جي صحبت مان فيض محمدي جو ذرڙو نصيب فرمائي آمين.

# حضرت قبلہ حاجي دلمراد فقير رحمۃ اللہ عليہ

# جن جون ڪرامتون

## ڪرامت 1 : پاڻي جو واريءَ ۾ تبديل ٿي وڃڻ:

هڪ دفعي سائين دلمراد فقير رحمت الله عليہ پنهنجي هڪ فقير علي شير ڪوسي کي چيو تہ ٻچا! جڏهن آئون شروع ۾ سفر ڪندو هئس تہ مونکي ٽن شين جي خبر نہ پوندي هئي.

1: ڏئوءِ بک جي، هڪ دفعي هڪ جڳهہ تي آيس تہ هڪ شخص مونکي صلاح ڪئي، جيڪو زمين تي ويٺو هو اتي سندس ديرو هو اتي ان شخص منهنجي اڳيان ماني رکي، تقريبن 20 ڇتن جي ماني هئي ۽ هڪ چاڏي لسي جي هئي، مان اهو سڀ ڪجهہ کائي ويس پر ڪابہ تڪليف نہ ٿي پر جيڪڏهن ماني نہ بہ ملندي هئي تہ مهينا بک جي پرواهہ هوندي هئي.

2: مونکي گرمي ۽ سرديءَ جي بہ خبر نہ پوندي هئي، فقط مون کي لانگوٽو ۽ قميص پاتل هوندي هئي، پر پوءِ بہ جنوري مهيني جي سرديءَ ۾ مون کي ڪا بہ تڪليف نہ ٿيندي هئي.

3: مونکي پاڻي ۽ خشڪي جي خبر نہ پوندي هئي، هڪ دفعي آئون درياءَ تان پيو اچان پر پاڻي منهنجي آڏو واريءَ ۾ تبديل ٿي ويو ۽ مون کي هڪ ميهار ڏٺو جنهن منهنجو پيڇو ڪيو ۽ آئون سائين فيض محمد فقير رحمت الله عليہ وٽ آيس ۽ اهو نہ آيو مون کي سچاڻي سائين جن کي سچو احوال ڪري ٻڌايائين، سائين جن مون کي فرمايو تہ ”ايئن نہ ڪندو ڪر“.

## كرامت 2: ٻيڙي تي حج ڪرڻ

سائين دلمراد فقير رحمته الله عليه فرمايو ته ٻچا آئون سفر ڪندي ڪندي اچي ڪراچي ۾ پهتس ته اتي ڏٺم ته جهاز ۾ ماڻهو ويهن ٿا ۽ چون پيا ته اسان حج تي ٿا وڃون. مون به سوچيو ته مان به حج تي وڃان، پوءِ مون جهاز ۾ چڙهڻ جي ڪوشش ڪئي ته مون کان ڪاغذ، پاسپورٽ وغيره گهريائون، مون چيو ته ڪاغذ ته ڪونهن. پوءِ مونکي جهاز مان هيٺ لاٿائون. پر آئون وري به چڙهي پيس. اهڙي طرح ٻه ٽي دفعا لاٿائون. پوءِ جڏهن جهاز هلڻ لڳو ته آئون به سمنڊ ۾ ٻيڙي ڪي سڏو ڪري پاڻيءَ ۾ ٻيهاري هڪ هٿ هيٺان ۽ ٻيو هٿ مٿان ڏئي ٻيرن سان زور ڏيندو هلڻ لڳس ته ٻيڙو به جهاز سان گڏ هلڻ لڳو ڪافي اڳتي هلياسين ته جهاز وارا ڏسڻ لڳا ۽ مون ڏانهن لانچ اچلايائون. جنهن جي وسيلي مونکي جهاز ۾ ويهاريائون. اهڙي طرح مان به حج ڪري آيس يعني ٻيڙو جهاز سان گڏ هلي رهيو هو.ان ڪانپوءِ مشهور ٿي ويو ته لوڙهائي فقير رحمته الله عليه ٻيڙي تي حج ڪري آيو.

## كرامت 3: عورت جو زنده ٿيڻ

سائين دلمراد فقير رحمته الله عليه جن وٽ هڪ مريد آيو جنهن جو نالو علي نواز ڪلهوڙو هو اهو اچي سائين جن وٽ روئڻ لڳو ته سائين منهنجي ماءُ وفات ڪري وئي آهي ۽ آئون هر وقت پريشان رهندو آهيان ته پنهنجي منڙي ماءُ کي ڏسان. جنهن پنهنجي منڙي ننڊ کي ڦٽائي مونکي سکي رکيو. هاڻي جيجل ماءُ جي جدائي منهنجي برداشت کان ٻاهر آهي، پاڻ ان مريدکي فرمايائون ته نفل پڙهہ. پوءِ ان فقير نفل پڙهيو پوءِ پاڻ فرمايائون ته تون قبرستان تي وڃ ۽ وڃي پنهنجي ماءُ کي ٽي دفعاسڏ ڪر. پوءِ اهو فقير ڀوڙندو ويو قبرستان ۾ اچي پنهنجي ماءُ کي ٽڪڙا ٽڪڙا سڏ ڪرڻ لڳو پوءِ ڏٺائين ته قبر ڦاٽي پئيءِ سندس والده ٻاهر نڪري آئي، ماءُ چيس

تہ "ٻچا ايترا تڪڙا سڌ ڇو ڪيئي؟ مونکي تڪليف ڏني اٿئي." ڇپائين امان مان جدائي نہ ٿو سهي سگهان. ان ڪري تڪڙا سڌ ڪيم. پوءِ ان سان ڪجهہ ٽائيم ڪچهري ڪيائين پوءِ ماءُ چيو تہ هاڻي منهنجو ٽائيم پورو ٿي ويو آهي هاڻي آئون وڃان ٿي. پوءِ علي نواز ڪلهوڙو موٽي آيو ۽ دل ۾ سوچيائين تہ ماڻهن جي سامهون سائين جن ڪي ڪيئن ٻڌايان؟ پرسائين جن پري کان اشاري سان چيو تہ "خاموش!" وات تي هٿ رکي ڇڏيائون. پوءِ مون ان وقت ڳالهہ ظاهر نہ ڪئي.

## ڪرامت 4 اشاري سان باهہ جو وسامي وڃڻ

هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي تہ درگاهہ شريف جي پرسان چنہ قوم جوهڪ ڳوٺ هوندو هو ان کي باهہ لڳي وئي ۽ وسامي نہ پئي. ڏاڍي ڪوشش ڪيائون پر باهہ وڌندي پئي وڃي. سڀ درگاهہ شريف تي آيا ۽ اچي روئڻ لڳا تہ سائين توهان قرب جا قدم ڀري هلو سائين جن جي رحمت جو درياءُ جوش ۾ آيو سائين جن لٺ مبارڪ جواشارو ڪري فرمايو تہ هاڻي وڃو باهہ وسامي وئي. ڳوٺ وارا موٽي ويا تہ ڏٺائون تہ فقط دونهون آهي ۽ باهہ وسامي وئي آهي.

## ڪرامت 5: باهہ جو نشان ٿي ختم ٿي وڃڻ

هڪ دفعي سائين دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ پنهنجي نياڻي پنهل فقير کي چيو تہ هل تہ جهنگل ڏانهن هلئون. پاڻ جڏهن اتي پهتا تہ فرمايائون تہ هاڻي چيٽ جي موسم آهي تون هاڻي هنن جڳهن تي جتي آئون ليڪو ڪيندو ٿو وڃان اتي باهہ ڏيندو اچ. تہ جيئن تازا گاهہ ڦٽن تہ مال جو گاهہ ٿئي پوءِ پاڻ ٻوڙن ۾ ليڪاڪيائون يعني هڪ ٻوڙي جا پاندر ٻئي ٻوڙي جي پاندرن(پنن)سان مليل هئا پاڻ نشان ٻنهي جي وچ ۾ ڪيائون پوءِ پنهل فقير چيو تہ مون باهہ ڏني تہ

جتي سائين جن ليڪو (نشان) ڪڍيو هوتہ ان جڳهہ تائين ٻوڙو سڙيو پر اڳتي هڪ انچ بہ باهہ نہ وڌي حالانڪہ سر پاڻ ۾ مليل هئا پرباهہ نشان تي ختم ٿي وئي.

## ڪرامت 6: پوريل شئي جي خبر ڏيڻ

هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي تہ سائين نورمحمد رحمتہ الله عليہ جيڪو سائين دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ جو فرزند ارجمند هو سائين نورمحمد فقير رحمتہ الله عليہ کي جڳهہ ۾ لوهہ وجهرائڻ جو شوق ٿيو پاڻ اجازت گهريائون پر سائين دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ جن اجازت نہ ڏني ۽ سامهون سائين نورمحمد رحمتہ الله عليہ کي چيائون تہ "تو کي هميشہ لاءِ رهڻو آهي ڇا جو پڪاگهر ٿو ٺهرائين؟ جيڪولڏي سو ڇا اڏي"سائين دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ لوڙهي شريف تي آيا اتي 15 ڏينهن رهندا هئا ۽ 15 ڏينهن مٿئين لوڙهي تي رهندا هئا. جڏهن سائين جن لوڙهي تي آيا تہ سائين نورمحمد رحمتہ الله عليہ جن لوهہ گهرائي پرپٽ زمين ۾ پورائي مٿان ڏينگهر وجهرائي ڇڏيا تہ جيئن موقعو ملندي ئي جڳهہ ۾ وجهرائي ڇڏيان. سائين دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ جڏهن لوڙهي شريف تي آياتہ پاڻ ڪوندري ڪٽي ٻاهر هلڻ لڳا ۽ اتي بيهي ڪوندري هنيائون جيڪا وڃي لوهہ کي لڳي پاڻ فرمايائون تہ "ابا مير! ابي نور کي وڃي چئو تہ لوهہ کي ٻڪريون ٿيون ڪائن ڇا جو لوهہ کي پورائي ڇڏيوائٿئي؟"

## ڪرامت 7: شينهن جو خاموش ٿي وڃڻ

سائين دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ ،سائين مير محمد رحمتہ الله عليہ کي ٻڌايو تہ هڪ دفعي آئون سفر ڪندي ڪندي هڪ جبل تي چڙهي ويس. اتي چشمي مان پاڻي وهڻ لڳو. وضوءُ ڪري نفل پڙهڻ لڳس تہ اوچتو چيتا شينهن گجگوڙ ڪندا چشمي تان پاڻي پيئڻ لاءِ

اچي رهيا هئا پر جتي آئون نفل پڙهي رهيو هئس لنگهڻ جي جاءِ اتان هئي، جڏهن چيتن جي نظر مون تي پئي ته ڪنڌ اونڌا ڪري منهنجي پرسان ويهي رهيا، پوءِ آهستي آهستي پاسو ڏئي پاڻي پيئڻ لڳا، پوءِ ڪنڌ اونڌو ڪري واپس روانا ٿيا ۽ ٿورو پري وڃي وري گجگوڙ ڪرڻ لڳا پر منهنجي سامهون بلڪل گونگا ٿي ويهي رهيا.

## ڪرامت 8: ازدها بلا جو مري وڃڻ

سائين دلمراد فقير رحمته الله عليه ،سائين مير محمد فقير رحمته الله عليه جن کي ٻڌايو ته هڪ ڀيري مون هڪ بيابان ۾ سفر پئي ڪيو ته هلندي هلندي جبل تي پهچي نفل پڙهڻ شروع ڪيم ته پري کان هڪ وڏي ازدها بلا ڏٺم جيڪا تمام تيزيءَ سان اچي رهي هئي پر مون کان ڪجهه مفاصلي تي ٿي بيهي رهي جڏهن آئون نفل پرهڻ کان فارغ ٿيس ته اتي ڏٺم ته اهامُئي پئي آهي. پاڻ فرمايائون ته "ٻچا شايد ان بلا جي نيت ۾ خرابي هئي ته جيئن فقير کي نقصان پهچايان پر الله تعاليٰ اسان تي تڪليف برداشت نه ڪئي ان جو ساهه ئي ڪڍي ڇڏيائين ته متان فقيرن کي ڪونقصان نه پهچائي."

بيشڪ جيڪي خدا جا ولي هوندا آهن انهن جو محافظ الله تعاليٰ هوندو آهي.

فاذڪروني اذڪرڪم (توهان مون کي ياد ڪريو ته آئون توهان کي ياد ڪريان ٿو.)

## ڪرامت 9: دل جو راز معلوم ڪرڻ

هڪ دفعي سائين دلمراد فقير رحمته الله عليه وٽ ڪنڌيارو جا ڪجهه عالم ٽولو ڪري آيا ۽ پاڻ ۾ صلاح ڪيائون ته سائين سان مناظرو ڪنداسين ۽ پچنداسين ته تقويٰ ڇا آهي؟ جڏهن درگاهه شريف تي پهتا ته سائين دلمراد فقير رحمته الله عليه جن فرمايو ته "توهان نفل

پڙهي لنگر ڪيو“ جڏهن لنگر ڪرڻ لڳا ته سائين جن فرمايو” ابا نور!(جيڪي ان وقت ننڍاهئا ۽ سندن جا فرزند هئا)هنن ويچارڙن ڪي ننگر ڪرايو ۽ هنن ڪي ٻڌايوته تقويٰ ڇاآهي؟هي ويچارڙا منجهي پيا آهن“سائين نورمحمد رحمته الله عليه جن فرمايوته ”باباسائين تقويٰ هيءَ آهي جوهي چنو هاري آهي، ڏسو ته سڪو ڪٽڪ جو ٻج زمين ۾ ڇٽي ٿو ته هي وري ڦٽندو، وري انُ ڪندو، هيءَ تقويٰ آهي.اهو ٻڌي عالم ويچارا ڪنڌ هيٺ ڪري واپس هلياويا.

## ڪرامت 10 : الله تعاليٰ تي توڪل ڪرڻ

سائين دلمراد فقير رحمته الله عليه وٽ هڪ پيري هڪ فقير مرچن جو ٻوٽو لڳايو اهو وڌو ٿيوته هڪ ڏينهن حويليءَ مان پيغام آيو ته مرچ ختم ٿي ويا آهن سائين جن فرمايوته ”الله تعاليٰ پاڻهي ئي بندوبست ڪندو“ ڪافي ڏينهن گذري ويا پر مرچ نه آيا، وري حويلي مان پيغام آيو ته پاڻ فرمايائون ته ”فقيرو! الله تعاليٰ اڻ گهريوڏيندو آهي، هن دفعي دير ڇو ٿي آهي؟ توهان مان ڪنهن مرچ پوکيا آهن ڇا؟“ هڪ فقير عرض ڪيو ته ”هاسائين، مون مرچ جو هڪ ٻوٽو پوکيوآهي.“ پاڻ حڪم فرمايائون ته ”ان ٻوٽي کي ڪڍي ڇڏ، اسان کي کهڙي ضرورت آهي جو مرچ پوکيون.“ فقير مرچ جو ٻوٽو پٽي ڇڏيوته ڪجهه دير ڪانپوءِ هڪ فقير مرچن جي ٿيلهي پري آيو ۽ اچي سائين جن جي خدمت ۾ پيش ڪيائين.

## ڪرامت 11 : مخلوق جي محتاج رهڻ کان بيزار ٿيڻ

هڪ دفعي سائين حاجي دلمراد فقير رحمته الله عليه وٽ هڪ شخص اٺ تي انَ جون ٻوريون ڪٽي آيو ته سائين هي انُ توهان ڏي زميندار موڪليوآهي، پاڻ فرمايائون ته ”ادا زميندار جي ڳوٺ ۾ مسڪين نه هئا ڇا؟ جو لوڙهي شريف تي موڪليائين، ٻچا اسان وٽ

ڪڏهن به 8 پهرن جو اناج گڏ نه ٿيو آهي، اسان هيترين ٻورين ڪاڏي ڪنداسين، جيئن اُن هتي ڪٺي آيو آهين تيئن اُٿ ڪاهي اُن واپس وڃي زميندار کي ڏي، اگر اسان وٽ اُن ڪُتي ويو ته الله تعاليٰ پاڻهي ئي ان جو بندوبست ڪندو جيڪو غني ۽ بي پرواهه آهي، باقي جيڪڏهن اسان زميندار جو ان رکنداسين ته اسان کي پريشان ٿيڻو پوندو سو توهان ان ڪٺي وڃو.“

## ڪرامت 12: غريبت ۾ صبر ڪرڻ

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته سائين دلمراد فقير رحمته الله عليه جن مٽئين لوڙهي تي رهندا هئا اتي فقير به رهندا هئا غربت جو دور هو ايتري قدر جو پاڻ ڪنبڊي جو سگريون گڏ ڪري پيهندا هئا ۽ ان جي ماني پچائيندا هئا پوءِ هڪ دفعي ان به ختم ٿي ويو ۽ سگريون به ڪچيون هيون، فقيرن چيو ته سائين هڪ گابو بيٺو آهي ان کي ڪپائي ان وٽي اچئون، پاڻ فرمايائون ته ”ان کي ڪپايونه باقي کُهي ڪائو جيئن روزي ملي اهي تيئن ئي استعمال ڪريو“. پوءِ فقيرن ان گابي کي کُهي ڇڏيو۽ ڪافي ڏينهن استعمال ڪيائون ته هڪ شخص ان جي ٻوري ڪٺي آيو ۽ اچي سائين دلمراد فقير رحمته الله عليه جن جي خدمت ۾ عرض ڪيائين ته سائين هي ان ننگر ۾ شامل ڪريو الله تعاليٰ پاڻ ئي فرمايو آهي ته ”اسان توهانجا دنيا ۽ آخرت ۾ مددگار آهيون“. جنهن جو مددگار الله تعاليٰ هجي انهن کي ڪهڙي پرواهه آهي.

## ڪرامت 13: هڪ ڏاند جو علاج ٿيڻ

هڪ دفعي جو واقعو آهي ته سائين دلمراد فقير رحمته الله عليه جن جي قريب چنه قوم جي ڳوٺ مان عثمان ڪوري سائين وٽ آيو ۽ تڪڙا سڏ ڪرڻ لڳو ته سائين جن ٻاهر نڪري آيا ۽ سائين جن ڪانئس پڇيو ته ”تڪڙا سڏ ڇو ٿو ڪرين خير ته آهي نه؟“ عرض

ڪيائين تہ ”سائين منهنجو هڪ ڏاند آهي اهو بيمارٿي پيو آهي ۽ هن مهل ڦٿڪي رهيو آهي، اسان ڪاتي ڪٽي ڪُهڻ لاءِ تيار ٿياسين تہ گهرواريءَ چيو تہ سائين وٽ وڃ ۽ سائين جن کي وٺي اچ، سو سائين توهان ڪرم فرمائي هلو ڏاند هڪڙو آهي اگرمري ويو تہ اسان غريب ڪيڏانهن ويندا سون،“ بهرحال سائين جن ان مريد سان گڏ ويا پاڻ ان تي دم ڪري فرمايائون تہ ”هن کي گاهہ کارايو“ چيائون هن کي گاهہ کيئن کارايون، هي تہ مرڻ تي آهي، پاڻ فرمايائون تہ باباهن کي گاهہ ڏيو جڏهن ڏاندکي گاهہ ڏنوويو تہ تپ ڪائي گاهہ کائڻ لڳو حالانڪ ڏاند ڪجهہ دير پهريان مرڻ تي هو ۽ پوءِ سائين جن جي اچڻ سان بلڪل چاڪ ٿي ويو.

## ڪرامت 14 : زمين مان هيرن کي ظاهر ڪري ڏيکارڻ

هڪ دفعي سائين جن وٽ هڪ شخص آيو ۽ سائين جن کي اچي عرض ڪيائين تہ مون کي دعا ڪيو تہ مون وٽ دولت جام ٿئي، آئون مسڪين آهيان پاڻ فرمايائون ”ٻچا اهو ڍونڍ چاڪندئو؟“ پر اهو شخص اتي رهي پيو سائين جن کي روزانو چوندو هو. هڪ ڏهاڙي سائين جيئن گهر کان ٻاهر آيو تہ اهو شخص سائين جن جي قدمن تي ڪِري پيو تہ سائين جلال ۾ اچي وياءِ فرمايائون تہ ”وڃي ڍونڍ ڪڻ“ پوءِ ان کي وٺي آيا واٽر تي جيڪو مسجد جي اڳيان آهي پوءِ پاڻ اچي زمين کي لٺ مبارڪ هنيايون تہ زمين مان هيرا موتي ظاهر ٿي پيا، پوءِ پاڻ فرمايائون تہ ”ڪڻ هِن ڍونڍ کي پر آخرت ۾ ڪجهہ نہ ملندئي،“ پوءِ ان شخص چيو تہ ”سائين مونکي دولت نہ کپي، آخرت کپي.“

## ڪرامت 15 : پترن مان سون ٺهڻ

هڪ دفعي ڪنڌيارو جو سونارو محمد اسماعيل آيو ۽ سائين دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ جن کي عرض ڪيائين تہ سائين مسڪيني

آهي دعا ڪيو ته مسڪيني دور ٿئي پاڻ فرمايائون ته "وڃ 2 پتر ڪٽي اچ." اهو شخص ويو ۽ 2 پتر ڪٽي آيو سائين جن ڪجهه پڙهي انهن پترن تي دم ڪيو ۽ فرمايو ته "هي ڪپڙي ۾ ٻڌي وڃ ۽ گهر وڃي کولجان." جڏهن اهو سونارو گهر پهتو ته ڪپڙي کي کولي ڏٺائين ته اهي پتر نه پر سون جا ٽڪرا ٿي پيا' پوءِ ان شخص چيو ته ڪاش! گهڻا پتر ڪٽي اچان ها.

## ڪرامت 16: نوراني شخص جو حاضر ٿيڻ

هڪ دفعي سائين دلمراد فقير رحمة الله عليه مٿئين لوڙهي تي ويا ته فقيرن کي چيائون ته آئون 15 ڏينهن رهندس فلاڻي ڏينهن تي واپس ايندس، سومهڻي جي نماز ڪير به نه پڙهائي، آئون ايندس ۽ گڏجي پڙهنداسين پاڻ هميشه 15 ڏينهن درگاهه تي رهندا ه.ئا ۽ 15 ڏينهن مٿئين لوڙهي تي رهندا هئا. بهرحال هڪ ڏينهن سائين اچڻ ۾ دير ڪئي ته فقيرن نماز پڙهي ڇڏي، ٿورڙي دير ڪانپوءِ پاڻ آيا ۽ پڇيائون ته نماز پڙهي ڇڏي اٿو؟ چيائون ته هائوسائين، پاڻ "انالله وانااليه راجعون." پڙهيائون" آڌيءَ رات جي وقت پاڻ مسجد ۾ ويا ته ڪجهه نوراني شخص اڇين چادرن سان مسجد ۾ تشريف فرماٿيا پاڻ انهن کي نماز پڙهايائون، جڏهن نماز کان فارغ ٿيا ته فقيرن ڏٺو ته اهي شخص جن کي اڇيون چادرون ويڙهيل هيون اهي غائب ٿي ويا.

يلي جايون ماڙيون سنديون صالحن
محشر جي ميدان ۾ انهن کي گهڻا ڏاج ملن
باقي ٻين ويچارين اوجاڳائي اجاياڪيا.

## ڪرامت 17: مينهن جو وسڻ

لوڙهي شريف تي هر جمعي تي فقير ڇنڪار ڪندا هئا ته جيئن فرش ٿڌو رهي ۽ ماڻهن کي تڪليف نه اچي. هڪ دفعي سخت گرميءَ

جي موسم هئي، جمعي جو ڏينهن هو فقير سمهي پيا ۽ ڇنڪار ڪونہ ڪيائون اچانڪ سائين نماز لاءِ ٻاهر آيا ۽ آذان ڇيائون فرش ڪي ڇنڪار نہ ڏٺل ڏسي ناراض ٿيا، فقير تڪڙ ۾ اُٿي ڇنڪار ڪرڻ لاءِ پاڻي کڻڻ لڳا تہ پاڻ فرمايائون تہ "هاڻي ڇنڪار نہ ڪيو پاڻهي الله تعاليٰ ڇنڪار ڪندو" فقيرن وضوءُ ڪيو ۽ ڇنڪار نہ ڪيائون. آسمان بلڪل صاف هو جڏهن فرض نماز ادا ڪرڻ لڳا تہ ٻاهر برسات وسڻ شروع ٿي وئي ۽ تمام گهڻي برسات وسڻ لڳي.. جڏهن فقيرن نماز ادا ڪئي ۽ ٻاهر نڪتا تہ آسمان صاف ٿي ويو مينهن بند ٿي ويو، ڇڻ وسيو ئي نہ هيو فقط ڪجهہ منٽن ۾ قرب جاڪڪر آيا ۽ محبت جو مينهن وسائي وري واپس ٿي ويا پوءِ پاڻ فقيرن کي فرمايائون تہ الله پاڻهي ڇنڪار ڪري ڇڏيو.

## ڪرامت 18: مسجد مان گهر جو حال ڏسڻ

هڪ دفعي سائين دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ جو هڪ فقير پنهل هٿ سان ڪُتر ڪري رهيو هو تہ سائين ٻاهر آيو ﷺ آذان ڇيائون لوڙهي شريف تي آذان ڪان بعد ۾ ڪم ڪرڻ جي منع هوندي آهي، پر پنهل فقير سوچيو تہ ڪُتر ٿوري رهيل آهي سا ڪري وٺان، سائين آذان ڇئي بس ڪئي تہ پنهل فقير بہ نماز لاءِ آيو پاڻ فرمايائون تہ آذان ٻڌڻ ڪانپوءِ تو ڪتر بند ڇو نہ ڪئي؟ حالانڪ سائين مسجد ۾ هئا پنهل فقير گهر ۾ هو سائين جن فرمايو تہ هاڻي جيڪا تو ڪتر آذان ٻڌڻ وقت ڪئي سا ٻي ڪتر ڪان جدا ڪر، پنهل فقير عرض ڪيو تہ سائين ڪتر پاڻ ۾ گڏجي وئي آهي هاڻي ڪيئن جدا ٿيندي، پاڻ فرمايائون تہ "ڪُتر جدا نہ ٿيندي تہ پوءِ سمورو گاهہ هاري ڇڏ، اسان جو مال اها ڪتر نہ کائيندو جيڪا آذان وقت ٿي آهي" پوءِ اهو سمورو گاهہ اڇلائي ڇڏيائون.

## كرامت 19 : دل جي ڳالھ معلوم ڪرڻ

هڪ دفعي حاجي ميرمحمد گهانگهرو(ڳوٺ رانول گهانگهرو)سان هڪ ديوبندي جنهن جو نالو ميرڻ گهانگهرو هو ضد ڪليو تہ پيرن کي ڪابہ خبر نہ ٿي پوي توهان جو عقيدو صحيح نہ آهي پر ميرمحمد ڪيس چيو تہ ولين کي هرشي جي خبر ٿي پوي اگر نہ ٿو مڃين تہ هل لوڙهي شريف تي ٿا هلئون، پوءِ ساين کان هلي سوال.

### تقويٰ

هڪ دفعي هڪ شخص ڪڇي مان پلي(مٽرن، چٽن جي پلي)کٽي آيو سائين کي عرض ڪيائين تہ "سائين هي ننگر ۾ ڏيان ٿو" پاڻ فرمايائون تہ "ٻچاپلي تنهجي آهي؟" چيائين تہ سائين "آئون هڪ زميندار جو هارپوڪندو آهيان، اتان پٽي آيو آهيان." پان فرمايائون تہ "ان کان پڇا ڪيئي؟" چيائين "نہ" پاڻ فرمايائون تہ "انهيءَ پلي کي زمين ۾ پوري ڇڏ بغير اجازت واري شئي اسانجا فقير نہ کائيندا".

### تقويٰ

هڪ دفعي هڪ شخص جيڪو ڪڇي ۾ ويٺل هو اهو زميندار هو سائين وٽ ايندو هو ان سائين کي دعوت ڏني، پاڻ قبول ڪيائون جڏهن سائين ان وٽ ويا تہ ان شخص سائين دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ جن جي تمام کهٽي خدمت ڪئي، جڏهن سائين واپس وڃڻ لڳا تہ ان شخص گهوڙي جي خرجين سامان سان ڀري ڏني، پاڻ فرمايائون تہ "ادا توهان اسان کي اڄ کان جهلي ڇڏيو تہ نہ ايندا سين، چوتہ توهان اهو سامان ڏنو تہ جيئن سائين خوش ٿئي، پر ادا اسين ڪنهن بہ شئي جي لالچ نہ ٿا رکئون، نفس تہ هي سامان ڏسي خوش ٿيندو، پر اڄ کان وٺي نہ ايندا سين".

هڪ دفعي فرمايائون تہ ”ڪافي ڏينهن بک تي هئاسين پوءِ ڪجھ داڻا انَ جا مليا اهي ڪائي پاڻي پي ڇڏيوسين پوءِ پاڻ فرمايائون تہ هاڻي تہ ماني وغيره پچائڻ کان بچي پياسين فقط ان جا داڻا نفس لاءِ ڪافي آهن“.

## تقويٰ

هڪ دفعي سائين دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ فقيرن کي فرمايو تہ ”فقيرچئجي تنهن کي، جنهن جي هر ريءَ سري ۽ ٻئي ڪنهن کان کين گهري پر گهرون بہ ڪين گهري“

يعني فقير ان کي چئبو آهي جيڪو الله ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن کان ڪجھ نہ گهري پر پنهنجي گهروارن کان بہ ڪجھ نہ گهري

هڪ دفعي جو واقعو آهي، تہ پاڻ هڪ رات پنهنجي گهروارن وٽ آيا، گهروارن سوچيو تہ پاڻ ماني ڪائي آيا هوندا، سائين دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ کي هڪ وقت 4 شاديون هيون.ٻي رات ٻي گهرواريءَ وٽ آيا تہ انهن سمجهيو تہ پاڻ ماني ڪائي آيا هوندا. اهڙي طرح 3 ڏينهن ماني نہ کاڌائون ماني نہ کائڻ جي ڪري پاڻ ڪجھ ڪمزور ڏسڻ ۾ آيا، تہ ٻين فقيرن، پنهل فقير(جيڪو سندن جونياڻوهو)کي گهر موڪليو تہ ”پڇا ڪري اچ تہ سائين ماني نہ کاڌي آهي ڇا؟ جڏهن پنهل فقير پڇا ڪئي تہ خبر پئي تہ پاڻ ٽن ڏينهن کان ماني نہ کاڌي اٿائون. پوءِ فقير گهران لنگر ڪٽي آيو پاڻ ننگر کاڌائون ۽ فقيرن کي چيائون تہ شايد نفس انهي بک جي ڪري بيحال ٿي ويو هاڻي تہ خوش ٿو ٿئي. مطلب تہ پاڻ گهروارن کان بہ ڪجھ نہ گهرندا هئا، جيڪي ملندو هو پاڻ ان کي ڪائي شڪر ادا ڪندا هئا.

## هڪ عجيب واقعو

هڪ دفعي انگريزن جي دور ۾ هڪ آفيسر درگاھ شريف تي آيو پاڻ ان کي نصيحت ڪرڻ لڳا تہ اهو شخص غور سان نہ پيو ٻڌي،

ڪجهه مرتبا ان کي سمجهاياءُون پر پوءِ بہ هيڏي هوڏي نهاري پيو پاڻ اچانڪ ان کي هڪ ٿڦڙ هڻي ڪڍياءُون، جنهن ڪري اهو آفيسر بيهوش ٿي ويو جڏهن هوش ۾ آيو تہ ايترو تہ روئڻ لڳو جو بس ئي نہ پيو ڪري، پوءِ اهو شخص اهڙو تہ نمازي ٿي ويو جو پيا شخص حيران ٿي ويا.

## عجيب واقعو

هڪ دفعي سعيدوباغ جو هڪ زميندار سائين دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ وٽ آيو پاڻ ان کي فرماياءُون تہ "نماز پڙهہ ادا" ان زميندار مغروريءَ مان چيو تہ "توهان نماز پڙهو آئون نماز نہ ٿو پڙهان" پوءِ پاڻ نماز پڙهي آيا ۽ فقيرن ان زميندار کي لنگر ڪارايو ان شخص ڪجهہ ماني ڪاڏي، ٻي بچائي ڇڏيائين سائين فرمايو تہ" ادا اها ماني پاڻ سان ڪٽي وڃ" چيائين تہ "سائين اها ماني آئون ڪاڏي ڪٽي وڃان؟ فقير ڪائيندا"، پاڻ فرماياءُون تہ "بي نمازيءَ جي اوبر اسان جا فقير نہ ڪائيندا" ان شخص چيو تہ "ڏورن کي ڪارايو" پاڻ فرماياءُون تہ "ڏورن کي چاپر تنهنجي اوبر ڪتي کي بہ نہ ڏيندا سين"، ان شخص تي اهڙو اثر پيو جو اهو ۽ ان جو پورو خاندان نمازي ٿي ويو ۽ اڄ ڏينهن تائين ان جو اولاد نمازي آهي

# فقير نورمحمد رحمة الله عليه

**نالو: حضرت ميان نورمحمد رحمته الله عليه**
**والد: حضرت ميان حاجي دلمراد فقير رحمته الله عليه**
**جاءِ پيدائش: لوڙهو شريف تعلقہ ڪنڊيارو**

حضرت ميان نورمحمد رحمته الله عليه جن جي پيدائش جو قصو به عجيب آهي، حضرت قبلہ سائين دلمراد فقير رحمته الله عليه جن فرمايو تہ جڏهن نورمحمد فقير رحمته الله عليه ڄاوا تہ دائي ٻڌندي آئي ۽ چوڻ لڳي تہ ڇوڪرو ڄائو آهي، پر "الله الله" جو ذڪر ڪري رهيو آهي، قبلہ سائين دلمراد فقير رحمته الله عليه جن ان کي فرمايو تہ "تون حيران نہ ٿيءُ تون وڃي پنهنجو ڪم ڪر"، پاڻ ميان نورمحمد رحمته الله عليه جن ظاهري باطني تعليم پنهنجي والد محترم حضرت قبلہ دلمراد فقير رحمته الله عليه جن وٽ حاصل ڪئي، اتان ئي روحاني راز شروع ٿيا، پاڻ بہ شريعت جا سخت پابند هوندا هئا هميشہ ذڪرِ الهي ۾ گذاريندا هئا، هي بزرگ جڏهن بيمار ٿيندا هئا تہ ان وقت ۾ بہ نماز جو سختيءَ سان اهتمام ڪندا هئا ۽ نماز باجماعت ادا ڪندا هئا، هڪ دفعي سندن کي چمڙيءَ جي بيماري ٿي پئي جنهن ڪري پاڻ چمڙي جي بستري تي آرام فرمائيندا هئا، جڏهن نماز جو وقت ٿيندو هو تہ سندن کي اٿاريو ويندو هو سندن جو بسترو موجوده مسجد شريف جي ڀرسان حجري ۾ رکيل هوندو هو. جڏهن سندن کي اٿاريو ويندو هو تہ چمڙو سندن جي جسم سان چنبڙجي ويندو هو ان بيماريءَ جي ڪري، پر پوءِ بہ پاڻ ان مهل بہ نماز جماعت سان ادا ڪندا هئا. هڪ

دفعي جيئن ئي نماز جو ٽائيم ٿيو ته پاڻ زاروقطار روئڻ لڳا ايترو رُنا جو فقير به روئڻ لڳا، ان وقت جڏهن سندن کي بستري تان اٿاريو ويو ته بسترو به سندن جي جسم سان چنبڙي پيو فقيرن جڏهن بستري کي جدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته بسترو جدا نه ٿيو نماز جو ٽائيم به ٿي ويو هو ان ڪري پنهنجي والد محترم قبله دلمراد فقير رحمته الله عليه کي عُرض ڪيائون ته "اسان کان سواءِ نماز نه پڙهجو" پوءِ پاڻ ان بستري تان جيڪو سندن جي جسم سان چنبڙيل هو پاڻ ڪڍائي مسجد ۾ رڪرائي سمهي نماز جماعت سان ادا ڪيائون.

سبحان الله! سندن جي چا ته تقويٰ ۽ صبر هو جنهن جي ذڪر ڪي ٻڌائڻ سان ايمان وارن جو ايمان تازو ٿي وڃي، اهڙا ڪامل ڪڏهن ڪڏهن پيدا ٿيندا آهن. جيڪي پنهنجي نوراني نگاهن سان انسانن جون پٿر دليون به ميڻ بنائي ڇڏيندا آهن، حضرت ميان نورمحمد رحمته الله عليه پنهنجي والد صاحب جي وفات کان بعد ۾ سجاده نشين مقرر ٿياءِ پنهنجي محبوب ﷺ جي سنت وشريعت جو درس مخلوق خدا کي پهچائيندا رهندا هئا ۽ انهن کي باعمل فقير بنائي ڇڏيندا هئا. پاڻ خوف خدا کان ايترو روئندا هئا جو فقيرن کي به روئڻ اچي ويندو هو. پاڻ 2 شاديون ڪيائون. پهرين گهرواريءَ مان 2 پٽ (فقير جان محمد رحمته الله عليه ۽ ٻيو ٻچپن ۾ گذاري ويو) ۽ 4 نياڻيون هيون، هن وقت سندن جي اولاد مان سلسلو هلي رهيو آهي.

## سندن جي وفات جي تاريخ:

20 رمضان 1381هجري آهي، پاڻ هن وقت درگاهه لوڙهي شريف تي پنهنجي والد محترم جي سڄي طرف آرامي آهن. الله تعاليٰ سندن جي مزار تي رحمتون نازل فرمائي (آمين).

هن بزرگ کان به ڪيتريون ئي ڪرامتون ظاهر ٿيل آهن. هتي فقط چند ڪرامات ذڪر ڪجن ٿيون.

## ڪرامت 1 : وفات کان بعد هڪ عورت جي جنازي نماز پڙهائڻ

حضرت ميان نورمحمد رحمتہ الله عليہ جن جي هڪ ديني ڀيڻ سڏيل هئي، ڏاهري قوم جي(ڳوٺ ڇتوڏاهري نزد لاڙڪ شاخ تعلقہ ڪنڊيارو موجوده نالو ڳوٺ روشن ڏاهري). ان عورت حضرت سائين جن کي مجبور ڪيوتہ منهنجي جنازي جي نماز توهان پڙهائجو پرسائين جن انڪار ڪيو. وري ٻئي دفعي ان عورت عرض ڪيو تہ جنازو توهان پڙهائجو پر سائين جن انڪار ڪيو ائين پاڻ ڪيترائي دفعا انڪار ڪندا رهيا، پر ان عورت سندن کي ايترو تہ مجبور ڪيو جو پاڻ مجبور ٿي واعدو ڪيائون. خدا جي قدرت پاڻ پهريان وفات ڪري ويا. ان کان 4،5 سال بعد ۾ ان عورت جي وفات ٿي، جڏهن عورت وفات ڪري وئي تہ ان جا وارث ان جو جنازو کڻي قبرستان ۾ آيا. اوله طرف کان ميدان خالي هو جڏهن جنازي پڙهائڻ جو ٽائيم ٿيو تہ اچانڪ اچي چادرويڙهيل سفيد لباس سان، هٿ ۾ لٺ جهليو هڪ شخص اوله طرف کان ظاهر ٿيوءِ جنازي نماز پڙهائي جلد ۾ غائب ٿي ويو سڀ ماڻهو پريشان ٿي ويا. آخر ان عورت جي وارثن مان ڪِن وڏن ٻڌايوتہ ان عورت حضرت سائين نورمحمد رحمتہ الله عليہ جن کي واعدو ڪرايو هو تہ منهنجي جنازي نماز توهان پڙهائجو هاڻي پنهنجو واعدو پورو ڪرڻ لاءِ آيوهو اهو بزرگ سائين نورمحمد رحمتہ الله عليہ ئي هو ان وقت سوين ماڻهو موجود هئا جن مان اڄ بہ ڪيترائي زنده آهن جن سائين کي پنهنجي اکين سان ڏٺو اها ڪرامت مشهور آهي.

## ڪرامت 2: نانگ جو مينهن کي ونگ وجهڻ

هڪ دفعي هڪ شخص ميان نورمحمد رحمتہ الله عليہ جن وٽ آيو ءِ اچي عرض ڪيائين تہ قبلہ منهنجي اِک جي نظر ڪمزور آهي پاڻ فرمايائون تہ "ان ۾ شيشو گهوٽي وجهہ" اهوشخص بہ ويو ءِ ائين ئي ڪيائين يعني شيشو پيهي اک ۾ وڌائين، ڪجهہ ڏينهن بعد ۾

اهوشخص آيو۽ اچي عرض ڪيائين تہ ”منهنجي هِن اک جي نظر بلڪل ٺيڪ ٿي وئي آهي“. درحقيقت شيشي وجهڻ سان اک تہ ختم ٿي ويندي پر هي ڪامل جي نظر هئي جنهن جي نڪتل لفظ جي برڪتن سان ان شخص جي اک بلڪل ٺيڪ ٿي وئي.

## ڪرامت 3: نانگ جو مينهن ڪي ونگ وجهڻ

هڪ فقير علي سولنگي(تعلقہ ڪنڊيارو ۾) ميان سائين نورمحمد فقير رحمتہ الله عليہ جي خدمت ۾ رهندو هو هڪ ڏهاڙي مينهن کي ڏُهي رهيو هو تہ ان کي نانگ ڪائي وڌو جنهن ڪري رڙ ڪري چيائين تہ سائين نورمحمد رحمتہ الله عليہ مري ويم. پاڻ قريب ويٺاهئا فرمايائون تہ پهتو پهتو تونو نہ مرندين، پوءِ پاڻ سرمو ڪٽي آياءِ اچي ان کي سرمو پارايائون ۽ پاڻ نانگ کي فرمايائون تہ بيهي رهہ. نانگ اتي ئي بيهي رهيو پوءِ پاڻ فرمايائون تہ اڄ کان وٺي هي نانگ مينهن کي ونگ وجهندو ۽ تون مينهن ڏهندين ۽ هن نانگ کي پاءُ کير جو پياريندين. ان وقت کان روزانو نانگ اچي مينهن کي ونگ وجهندو هو. پوءِ اها ڳالهہ فقيرن کي معلوم ٿي، جن سائين نورمحمد رحمتہ الله عليہ کي ٻڌايو پاڻ فرمايائون تہ ”ادا هاڻي اهو سلسلو بند ٿي ويندو ان کان بعد وري نانگ ڏسڻ ۾ نہ آيو“

سوانح حيات

# حضرت قبلہ ميان حاجي مير محمد فقير رحمۃ اللہ عليہ

سندن جو نالو ميرمحمد فقير هو سندن جي والد جو نالو حاجي دلمراد فقير رحمۃ الله عليہ هو پاڻ تعلقي گمبٽ جي هڪ مشهور ڳوٺ سڳين وارو لوڙهو ۾ تقريبا 1922ع ڌاري پيدا ٿيا. پاڻ سائين ميرمحمد فقير رحمۃ الله عليہ جن جي ٻاروتڻ واري زماني ۾ ئي هڪ عجيب زندگي گذاريندا هئا، هميشہ الله تعاليٰ جي ذڪر ۾ مشغول رهندا هئا، پاڻ قادري طريقي جا بزرگ آهن ۽ دست بيعت پنهنجي والد قبلہ حاجي دلمراد فقير رحمۃ الله عليہ جن جا آهن، پاڻ پنهنجي پاءُ حضرت نورمحمد رحمۃ الله عليہ جن کان بعد ۾ گادي نشين ٿيا. پاڻ شريعت جا نهايت ئي پابند هئا، سندن جو هر مريد باشرع ۽ تهجد گذار آهي. هيءُ عجيب واقعو حاجي دلمراد فقير رحمۃ الله عليہ جن(جيڪو سندن جو والد هو)پنهنجي هڪ مريد قاضي قمرالدين کي ٻڌايو تہ جڏهن مير محمد فقير رحمۃ الله عليہ ڄاوا تہ دائي ڀڄندي آئي ۽ پريشان ٿي چوڻ لڳي تہ ڇوڪرو ڄائو آهي ۽ الله الله چئي رهيو آهي، سائين دلمراد فقير رحمۃ الله عليہ فرمايو تہ پريشان ٿيڻ جي ڳالهہ ناهي، هيءُ ٻچڙو الله تعاليٰ جو ذڪر ڪري رهيو آهي.هيءُ بزرگ ڪامل ولي الله هئا، پاڻ باشرع رهندا هئا ۽ شريعت تي رهڻ جو ٻين کي بہ حڪم فرمائيندا رهندا هئا.

پاڻ ٻچپن جي زماني ۾ تمام گھڻو سير سفر ڪندا هئا. هڪ دفعي پاڻ حاجي ميرمحمد فقير رحمۃ الله عليہ پنهنجي هڪ مريد حاڪم

الدين پرٽ کي ٻڌايو تہ ٻچا هڪ دفعي گهمڻ جي ارادي سان نڪري وياسين لڳاتارڇهہ مهينا گهمندا رهياسين پرا الله تعاليٰ جي مهربانيءَ سان ڪوبہ خوف وغيره نہ ٿيندوهو اگر هڪ نماز سعيدي موساٽيءَ رحمتہ الله عليہ تي پڙهنداهئاسين ۽ دل چوندي هئي تہ ٻي نماز قلندر شهباز رحمتہ الله عليہ تي پڙهنداهئاسين، مطلب تہ جتي بہ دل چوندي هئي تہ ان جڳهہ تي بغير سواري جي ۽ بغير تڪليف جي پهچي ويندا هئاسين جڏهن واپس درگاهہ شريف لوڙهي تي آياسين تہ باباسائين(دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ) مون کي پنهنجي مٿن کان رکيل هڪ ٻئنچ جيڪا بابي جي ڪٽ جي پرسان رکيل هئي، ياڻ ان تي ويهاري فرمايو تہ ابامير(پيار مان چوندا هئا)سفر جو حال احوال ٻڌاءِ يا آئون ٻڌايان، مون چيوتہ توهان ٻڌايو پاڻ مونکي سموري سفر جو حال احوال ٻڌاياٿون آئون حيران ٿي ويس تہ سائين بابا مون سان گڏ نہ هو ان کي ڪنهن ٻڌايو بهرحال پوءِ باباسائين مون کي فرمايو ٻچا هاڻي(بحر)درياءَ جو بہ سير ڪر، ان کي بہ مستي آهي ان جو بہ مزو وٺي ڏس پوءِ آئون ان ڏينهن درگاهہ شريف لوڙهي تان نڪتس ۽ درياءَ تي آيس ۽ اچي درياءَ جي سِير ۾ ويهي رهيس پوءِ ڪيترائي ڏينهن درياءَ جي سِير ۾ گهمندو رهيس، هڪ دفعي درياءَ ۾ هڪ وڏي آفت ڏسڻ ۾آئي ۽ مون کي اُن کان خوف ٿيو پر ٿوري دير مان مون کان هيٺ هلي وئي، هڪ شخص سائين کان پڇا ڪئي تہ توهان درياءَ ۾ نماز ڪيئن پڙهندا هئا؟ پاڻ سائين مير محمد رحمتہ الله عليہ فرمايو تہ "ٻچا! جڏهن نماز جو وقت ٿي ويندو هو تہ درياءَ جي پاسي ۾ ياڳين جاگهر هوندا هئا، جيڪي درياءَ پائي ويوهو انهن جون ڇتيون ظاهر هونديون هونديون هيون، انهن تي چڙهندوهئس، پر ڇتين جي مٿان نانگ، بلائون ويٺل هونديون هيون، پوءِ لٺ سان نماز جيتري جاءِ تائين انهن نانگن کي ڪٽي ٻئي پاسي رکندوهوس ۽ انهيءَ ڇت تي نماز پڙهندو هوس پر مون کي نانگ ڪجهہ بہ نہ چوندا هئا، چوتہ الله تعاليٰ پاڻ ٻانهن جو محافظ

آهي، جيئن الله فرمايو تہ ”توهان مون کي مون کي ياد ڪيو تہ مان توهان کي ياد ڪريان“. بهرحال ڪيترائي ڏينهن درياءَ ۾ گهمندو رهيس پر مون کي ڪابہ اُڃ يا بک وغيره نہ لڳي.

پاڻ هميشہ محبت مصطفيٰ ﷺ جو سبق ڏيندا هئا سندن جو اٿڻ ويهڻ، گهمڻ ڦرڻ، سڀ سنت رسول ﷺ جي مطابق هو الله تعاليٰ جي ذڪر جي اهڙي لولي ٻڌائيندا هئا جو هر شخص جي دل مان بي اختيار لاالہ اِلاالله جاالفاظ نڪري ويندا هئا، پاڻ هر وقت خوف خدا کان انسانن کي ڊيڄاريندا رهندا هئا. پاڻ بہ خوف خدا کان ايتري قدر روئندا هئاجوڏسندڙ بہ روئڻ شروع ڪندا هئا. هميشہ هرشخص سان محبت ڪندا هئا، ايتري قدر مهربان هئا جو هرشخص ايئن تصور ڪندو هو تہ سائين جو فقط مون سان پيار آهي.

## تبليغ:

سندن جي تبليغ جو انداز بہ نرالو هوندو هو پاڻ اڪثر ڪري ڪنهن بہ مسجد ۾ چاليهو ڪيندا هئا، يعني 40 ڏينهن مغرب يا عشاءِ جي ڪابہ نماز پڙهائيندا هئا، پوءِ ڀلي گرمي هجي يا بارش هجي پر هي مردِ قلندر ٽائيم جي پابنديءَ سان نماز پڙهائڻ ويندا هئا، هڪ ڀيري ڪنڊيارو شهر جي سليم آباد محلي لاءِ هڪ شخص محبوب علي سيال نالي(جيڪو هاڻي سائين شهاب الدين قادري جن جو ڊرائيور آهي)سندن کي عرض ڪيو تہ قبلہ هن مسجد شريف ۾ چاليهو ڪيو پاڻ فرمايائون تہ ” ادا ماڻهو ايندا؟“ عرض ڪيائين تہ جيءُ قبلا. پوءِ پاڻ هڪ ڏينهن مغرب جي نماز تي آيا تہ سموري مسجد ڀرجي وئي، پاڻ محبوب علي کي فرمايائون تہ ادا جماعت تہ ڏاڍي آئي آهي، ان ڪري سياڻي بہ ايندا سين، اهڙي طرح پاڻ ان مسجد ۾ تقريبن چار سال چاليهو ڪيا ئون، يعني سال ۾ ڪو بہ هڪ چاليهو ڪيندا هئا. پاڻ ڪڏهن گهوڙي تي سواري ڪندا هئا، تہ ڪڏهن گل محمد فقير سان

موٽرسائيڪل تي سواري ڪندا هئا، ته ڪڏهن سائيڪل تي ڪليري فقير سان سواري ڪندا هئا، پاڻ اڪثر ڪري گاڏي تيز هلرائيندا هئا، پاڻ چاليهي جي ذريعي ڪيترين ئي ويران مسجدون آباد ڪيائون جيڪي اڄ ڏينهن تائين الله جي ذڪر سان آباد آهن.

## حليو مبارڪ:

سندن جو منهن مبارڪ گول ۽ چنڊ وانگر چمڪندو هو سندن جي سونهاري مبارڪ اڇي ۽ تمام گهاٽي هوندي هئي، سندن جي منهن مبارڪ مان ائين محسوس ٿيندو هو ڄڻ نور جون لاٽون نڪري رهيون آهن. سندن جو اکيون مبارڪ ڪاريون ۽ وڏيون هونديون هيون، سندن جي اکڙين ۾ هميشه سنت مطابق سرمو پيل هوندو هو. سندن جي ڪنڌ مبارڪ تي اڪثر ڪري انگوشو ۽ اڇي چادر هوندي هئي، سندن جو قد مبارڪ درميانو هو پاڻ گهڻو ڪري منهن تي مسڪراهٽ سجائيندا هئا، پاڻ جڏهن ويهندا هئا ته فقير سندن جي چوڌاري گول دائرو ٺاهي ويهندا هئا، ائين محسوس ٿيندو هو جيئن چوڏهين جو چنڊ ستارن ۾..... پاڻ تمام آهستي آواز ۾ ڳالهائيندا هئا ۽ پاڻ ٺهڪ ڏئي نه کِلندا هئا. فقيرن سان پياري انداز ۾ "ادا" ڪري مخاطب ٿيندا هئا.

هن عاجز کي ياد آهي ته پهريون دفعو 1992 ڌاري پنهنجي ڀقات غلام شبير گهانگهرو سان گڏ سائيڪل تي چڙهي درگاهه لوڙهي شريف تي حاضري ڏني سين. پهريان وضوءُ ڪري 2 رڪعتون نفل ادا ڪري مزار شريف تي ختم شريف پڙهيوسي، ان کان بعد ۾ لنگر ڪري سائين ميرمحمد رحمته الله عليه جن جو انتظار ڪرڻ لڳاسين، اهو جمعي جو ڏينهن هو پهريان فقيرن ذڪر شروع ڪرايو بعد ۾ سائين ميرمحمد رحمته الله عليه جن ٻاهر آيا ۽ آذان چيائون. ان کان بعد نماز تي، نماز کان بعد ۾ پاڻ 3 دعائون گهرايائون، بعد ۾ عهدنامه

پڙهي دعا گهريائون. ان کان بعد ۾ متو اگهاڙو ڪري سيئي فقير گڏجي اٿي بيٺا. سائين جن قرآن ڪريم ڪٺي مٿي تي رکي دعاگهري ۽ سمورا ماٺهو روئندا رهيا، عجيب ڪيفيت ڏسڻ وٽان هئي، دلين ۾ سڪون ملي رهيو هو اهو ڏهاڙو اڄ ڏينهن تائين مون کي ناهي وسريو. بعد ۾ سائين مسجد سان گڏ ٺهيل چبوتري ۾ اچي ويٺا ۽ فقيرن سان پيار ۽ محبت سان مليا، ڪجهه فقير مزار شريف تي حاضري ڏئي ذڪر ڪرڻ لڳا. ۽ ذڪر ڪندي هٽ هٽ ۾ ڏئي لائين جوڙي ٻاهر ذڪر جون لوليون جهونگاريندا آيا ۽ سائينءَ جي چبوتري جي سامهون بيهي رهيا.سائين جن بہ اٿي انهن سان گڏ ذڪر ڪرڻ لڳا. ذڪر جي نورانيت دلين کي سڪون ڏئي رهي هئي، ان کان بعد ۾ پاڻ دعا گهريائون، ان کان بعد ۾ ڪجهه فقيرن دعا لاءِ عرض ڪيو ڪجهه فقيرن لنگر ڪاڍو ڪي سائين سان ويهي رهيا، ان کان بعد ۾ پاڻ عصر جي آذان چئي ذڪر ڪرائڻ کان بعد ۾ نماز پڙهايائون. ان کان بعد ۾ اسين بہ سائين جا هٿڙا چُمي واپس ٿياسين.

سندن جي قربن کي ياد ڪري اڄ بہ اکڙين مان پاڻي وهي ٿو پوي، اهڙا ڪامل دنيا ۾ ڪڏهن ايندا آهن جيڪي صرف الله تعاليٰ ۽ ان جي محبوب صلى الله عليه وسلم کي راضي ڪرڻ لاءِ هر وقت انسان ذات کي ڀلائيءَ جو رستو ٻڌائيندا آهن.پاڻ واعدي جا پڪا هوندا هئا، جيڪو بہ واعدو ڪندا هئا اهو ضرور پورو ڪندا هئا.فقيرن جو تمام گهڻو خيال رکندا هئا انهن کي پنهنجي اولاد وانگر سمجهندا هئا. جيڪو بہ شخص درگاهہ شريف تي ايندو هو تہ ايئن محسوس ڪندو تہ سائين منڙو فقط مون سان ئي محبت ڪري ٿو.پاڻ اگر ڪنهن اڻ پڙهيل کي اجازت ڏئي چوندا هئاتہ ”ادا، قرآن پڙهو تہ“اهو شخص قرآن پاڪ پڙهي ويندو هو.

هن عاجز کي منهنجي والد صاحب(فقير محمد جمن گهانگهرو) ٻڌايو تہ مون کي ٽن چئن استادن قرآن پاڪ پڙهايو پر آئون پڙهي نہ

سگهيس. پوءِ هڪ ڀيري تقريبن 1973ع ۾ سائين ميرمحمد رحمة الله عليه وٽ ويس ۽ عرض ڪيم ته قبلا، مون کي آيت الڪرسي جي اجازت ڏيو پاڻ فرمايائون ته "ادا، جيڪو پڙهيوَ سو به ويئي!" مون عرض ڪيو ته اسان توهان وٽ پنڻ آيا آهيون ۽ توهان وري اسان کان ڦُريو ٿا. پاڻ فرمايائون ته "ادا، ناراض نه ٿي پهريان ڏاڙهي ڇڏاءِ ۽ نماز به پڙهه ته توکي پوري قرآن پاڪ جي اجازت آهي". پوءِ دعا گهرائي آئون واپس آيس، ڏاڙهي به ڇڏيم ۽ نماز به شروع ڪيم ۽ قرآن پاڪ به پڙهڻ شروع ڪيم ته تقريبن هڪ مهيني ۾ قرآن مجيد جو ختم شريف پڙهي ويم ۽ اڄ ڏينهن تائين مون کان تقريبن تهجد قضا نه ٿيو آهي.

هي هڪ ڪامل جي نگاهه ۽ الفاظن جو ڪمال هو سندن جي نگاهه جو اهو ڪمال هوندو هو جو جنهن کي به ڏسندا هئا ته اهو سندن جو غلام بنجي ويندو هو پاڻ هر فقير کي نماز، تهجد، اشراق، تلاوت، صلوات شريف، سنت جي پابندي، ذڪر جون پنج تسبيحون، الله الصمد جو لک، بسم الله الرحمن الرحيم، نفلي روزا، سورت يسين، سوره دخان، سوره مزمل، سوره ڪهف وغيره پڙهڻ جو تمام گهڻو تاڪيد ڪندا هئا. هن مردِ قلندر هزارين ڀٽڪيل انسانن کي شريعت جو رستو ڏيکاريو ۽ ان جو پابند بنايو اڄ به اهي فقير توهان کي محمدي رنگ ۾ رنگيل ڏسڻ ۾ ايندا. پاڻ اهل سنت عقائد جا پڪا مجاهد هئا، صحابه ڪرام سان محبت، اهل بيت سان پيار، سادات سڳورن، علماءِ ڪرام، اولياءَ الله جو تمام گهڻو ادب ڪندا هئا. پاڻ سيدن سڳورن جو تمام گهڻو ادب ڪندا هئا، سيدن کي پيرين پئي ملندا هئا ۽ انهن کي به تمام گهڻي عزت ڏيندا هئا. پاڻ علماءَ ڪرام جو به تمام گهڻو ادب احترام ڪندا هئا. پاڻ تمام گهڻو ادب ڪندا هئا استادن جو به. سندن جو هڪ استاد آخوند عبدالرحيم چنه جنهن کي پاڻ استاد چئي پڪاريندا هئا ان سندن کي ڪجهه قرآن ڪريم پڙهايو هڪ دفعي

انهيءَ استاد جو پٽ گاهہ ڪري رهيو هو پاڻ گهوڙي تي انهيءَ وٽان اچي لنگهيا جڏهن استاد جي پٽ تي نظر پيئن تہ پاڻ گهوڙي تان لهي ان کي گهوڙي تي ويهاريائون. ان مردِ قلندر پنهنجي روحاني فيض سان مخلوق خدا جي سينن کي عشق خدا سان منور ڪيو. پاڻ جانورن جو بہ تمام گهڻو خيال رکندا هئا. انهن کي اگر ڪو شخص ايزائيندو هو تہ انهن کي منع ڪندا هئا.

والدين:سندن جا والدين ايتري قدرتہ نيڪ ۽ صاحب تقويٰ هئا جو ڪڏهن بہ ميان ميرمحمد فقير رحمتہ الله عليہ جن کي بغير وضوءَ جي ٿڃ نہ پياريائون. سندن جو والد ميان حاجي دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ تقريبا روزانو سئو کان وڌيڪ دفعا يسين شريف پڙهندو هو. حاجي دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ ٻڌايو تہ ميان ميرمحمد فقير رحمتہ الله عليہ ڪڏهن بہ والدين جي جهوليءَ ۾ پيشاب وغيره نہ ڪيو ٻچپن جي زماني ۾:

ڀلي ڄائيون مائرون سنديون صالحن
محشر جي ميدان ۾ انهن کي گهڻا ڏاج ملن
باقي ٻين ويچارين اوجاڳا ئي اجايا ڪيا.

پاڻ فقير ميرمحمد رحمتہ الله عليہ جن مڪي، مديني جو ڪافي دفعا ديدار ڪرڻ لاءِ بہ وياهئا. هڪ حج بہ ڪيائون ۽ ڪجهہ مرتبا فقيرن سان بہ گڏ ويا. عمري ڪرڻ لاءِ پهريون حج 1991ع ۾ ڪيائون.

سندن جي سيرت وصورت ۾ محبت سمايل هئي، جيڪو بہ شخص سندن سان ملندو هو تہ ان جي دل ۾ سندن جي لاءِمحبت جاءِ وٺندي هئي ۽ اهو شخص سندن جي محبت لاءِ سڪندو هو پاڻ هر وقت ذڪر ڪندا رهندا هئا ۽ هزارين ٻٽڪيل انسانن کي عاشق رسول ﷺ بڻايائون، سندن جون نگاهون جنهن تي بہ ڪجنديون هيون تہ اهو شخص عشق مصطفي ﷺ جو پروانو بنجي ويندو هو.

شاديون:پاڻ بہ شاديون ڪيائون جن مان سندن کي ڪوبہ اولاد نہ هو. پاڻ فرمائيندا هئا تہ "ادا اگر اسان الله کان دعا گهرون تہ الله تعاليٰ اولاد عطا فرمائيندو پر اسان سندس جي رضاتي راضي آهيون، اسان کي حسبي اولاد ئي ڪافي آهي.

پاڻ جڏهن حضرت لونگ فقير رحمتہ الله عليہ ۽ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمتہ الله عليہ جي عرس مبارڪ جي دعا ۾ شريڪ ٿيندا هئا تہ سيني فقيرن سان گڏجي ڪارو ويس اوڍي ويندا هئا. اهو هڪ راز هوندو هو جنهن کي پاڻ ڄاڻن ٿا. هن عاشق رسول ﷺ جي آخري ڏهاڙن ۾ طبعيت ناساز ٿي پئيءَ سندن کي ڪراچي ۾ هڪ اسپتال ۾ داخل ڪيوويو جتي پاڻ تقريبن ٽي ڏينهن رهيا ۽ هن فاني دنياکي 18 جون 1996ع بمطابق پهرين صفر 1417هہ اڱاري جي ڏينهن صبح جوالوداع ڪيائون ۽ وڃي پنهنجي مالڪ حقيقي سان ملاقاتي ٿيا. سندن جي جنازي نماز ۾ انسانن جو سمنڊ هو. سندن جي آخري آرامگاهہ درگاهہ لوڙهي شريف تي پنهنجي والد ۽ ڀاءُسان گڏ آهي، هر سال پهرئين صفر تي سندن جو عرس مبارڪ ملهايوويندو آهي، جتي هزارين عقيدتمند سندن جي مزار تي حاضري ڀريندا آهن ۽ فيض جو جهوليون ڀريندا آهن.

## حضرت قبلہ میرمحمد فقیر رحمۃ اللہ علیہ جون ڪرامتون

### ڪرامت 1: اڻ ٽيٽو ڪم ٿي ويو

جڏهن سائين فقير ميرمحمد رحمتہ الله عليہ حج لاءِ روانا ٿياءِ پاڻ جڏهن ڪراچيءَ لاءِ روانا ٿيا تہ اسان سيئي فليٽ تي رهياسين ۽ مقرر تاريخ جو انتظار ڪرڻ لڳاسين. فلائيٽ يعني جهاز جي روانگي کان هڪ ڏينهن پهريان سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ جن فرمايو تہ "ادا گل محمد تون بہ اسان سان گڏ هل ۽ حج جي سعادت سان مشرف ٿيءُ" حاجي گل محمد چيوتہ سائين منهنجي ويزا، پاسپورٽ ۽ ٻيو ضروري سامان(ڪاغذات وغيره) ٺهيل ناهن پئسہ بہ ناهن سو آئون ڪيئن هلي سگهندس؟ پاڻ فرمايائون تہ "تون فليٽ کان هيٺ لهہ تہ پاڻهي ڪم ٿي ويندو" آئون(گل محمد فقير)هيٺ لٿس تہ درگاهہ تي اينديڙ هڪ فقير مليو جيڪو ڪراچي ۾ آفيسر هو مون کان حال احوال ورتائين. مون ڪيس ٻڌايوتہ سائين جن فرمائين ٿا تہ مان بہ حج تي هلان پر اڄ آخري تاريخ آهي سو ڪم ڪيئن ٿيندو؟ ان آفيسر چيوتہ تون ترس مان سائين جن جو ديدار ڪري اچان تہ پوءِ ان ڪم ڪي ڏسون ٿا. جڏهن اهو شخص واپس آيو تہ اسان گاڏيءَ ۾ چڙهي هڪ طرف وياسين تہ ڪارم اينديڙ هڪ ٻيو شخص مليو جيڪو بہ هڪ آفيسر هو سندس نالو فهيم احمد مغل هو. تنهن کي سڄو احوال ڪري ٻڌايوسين. ان ٻڌايوتہ اسان پاڻ سائين جي ديدار لاءِ مشتاق هئاسين پر سائين جن هتي ڪراچي ۾ آيا آهن تہ اها تہ اسان لاءِ خوشنصيبي آهي هاڻي

اگر توهان جو ڪم ٿي ويو ته آئون پنهنجي عيال سميت سائين جن جو مريد ٿي ويندس چوته اهو ڪم اڄ ممڪن ناهي پوءِ فهيم احمد، گل محمد فقير سان گڏجي هڪ بئنڪ تي آيو ۽ اتي هڪ آفيسر سان مليو ۽ ان کي چيائين ته منهنجو مرشد آيو آهي ۽ هي ڪم ڪرڻو آهي پوءِ فهيم احمد مغل مون کي گاڏيءَ ۾ ڊرائيور سان موڪليو ۽ چيوته آئون شام 4 وڳي فليٽ تي ايندس، جڏهن 4 ٿيا ته سائين ميرمحمد فقير رحمته الله عليه جن فرمايو ته گل محمد فقير تون هيٺ لهه. آئون هيٺ لٿس ته ڪار ۾ فهيم احمد مغل ۽ ان جا گهر وارا ڏٺم، اڄڻ سان ئي فهيم احمد مونکي مبارڪ ڏيندي چيوته تنهنجو ڪم ٿي ويو پوءِ سڀ ڪاغذ ڏنائين ۽ چيائين ته سائين جن کان بعد ۾ توهان جي روانگي آهي پوءِ اهو فهيم احمد، سائين جن سان مليو ۽ مريد ٿيو پوءِ سائين جن هڪ ڏينهن اڳي روانا ٿيائي ڏينهن آئون(فقيرگل محمد) روانو ٿي ويس پوءِ مون کي دل ۾ خيال آيو ته آئون نئون ماڻهو آهيان اتي لکن جي تعداد ۾ ماڻهو آهن سائين جن کي ڪيئن ڳوليان؟ جڏهن جده پهتس ته اتي گاڏي مان لهڻ لڳس ته مون کي هڪ فقير ڏسڻ ۾ آيو جنهن پنهنجو نالو حاجي واليڏنو ٻڌايو چيائين ته ميان گل محمد توهان لاءِ سائين جن پريشان آهن، مون کي فرمايائون ته گل محمد ڪنهن بس مان لهندو وڃي تنهن کي وٺي اچ، پوءِ انهيءَ فقير سان گڏجي مڪي شريف ۾ آياسين ۽ سائين جن سان ملي ڏاڍو خوش ٿياسين، ڪجهه ڏينهن کان بعد ۾ سائين جن فرمايو ته ادا گل محمد، محبوب جي شهر مديني شريف ڏي 40 نمازون پڙهڻ لا موڪليندا تون تيار ٿي سائين جن مون کان هڪ ڏينهن اڳي آيا هئا پر پهريان منهنجو نمبر آيوءِ سائين فرمايو ته "اڄ شام جو ايندا سي انشاءَ الله تعاليٰ، آئون پرينءَ جي پار مديني منوره ۾ پهتس ته هڪ اجنبي شخص مون کي صوف ۽ مصري کائڻ لاءِ ڏني، مون ان کان پڇيو ته توهان ڇاڪندا آهيو

ان وراڻيو تہ مان حضور ﷺ جن جي دروازي تي ڊيوٽي ڪندو آهيان، بهرحال شام جو سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ نہ مليا ۽ آئون اتي رهڻ لڳس جڏهن مديني طيبہ کان مڪي شريف ڏانهن واپس آيس تہ سائين جن سان ساڳئي جاءِ تي ملاقات ٿي، سائين جن پنهنجي پرنور مکڙي تي مرڪ سجائي فرمايو تہ ادا گل محمد فقير! تون اسان کان پوءِ آئين، پرمحبوب ڪريم ﷺ توکي پهريان گهرايو ۽ صوف بہ ڪارايا، ادا تون تہ وڏو خوشنصيب آهين، حالانڪ مون سائين جن کي ڪجهہ بہ نہ ٻڌايو پر پوءِ بہ سائين سڄي ڳالهہ ايئن ڪري ٻڌائي ڄڻ تہ پاڻ مون سان گڏ هئا.

نہ تخت و تاج سي نہ لشڪر و سپاہ سي
جو بات مرد قلندر ڪي بارگاہ مين هي.

## ڪرامت 2: درياءَ مان ٽپي وڃڻ

هڪ دفعي شام جو ٽائيم هجي تہ گل محمد فقير، سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ موٽرسائيڪل تي نڪتا ماهيءَ جو پاڻ کان پهتا تہ واهڻ ۾ پاڻي تمام وڏو هو پاڻ اتي ئي بيهي رهيا، اتان هڪ شخص اُٺ تي وڃي رهيو پوءِ گل محمد ان شخص کي سڏ ڪيو ۽ چيوتہ ادا اٺ وارا اسان کي هن پاڻي مان ٽپاءِ، پر اٺ واو نہ آيو سائين ميرمحمد فقير رحمتہ الله عليہ فرمايو ادا اٺ وارو نہ ٿو اچي تہ هاڻي اٺ جو اصل مالڪ آهي ان کي ٿا گهرايائون، پوءِ پاڻ فرمايائون تہ هن جڳهہ کان موٽرسائيڪل کي لاهہ، پوءِ پاڻ لٺ مبارڪ سان پاڻيءَ کي هٽائيندا ويا اسان گاڏي کي لاٿو تہ اسان کي گوڏي کان ننڍو پاڻي محسوس ٿيو ۽ اسان اهڙيءَ طرح گاڏي سميت واهڙ مان ٽپي وياسين حالانڪ پاڻي وڏو هو.

## كرامت 3: درياءَ مان ٽپي وڃڻ

هڪ دفعي سائين ميرمحمد فقير رحمتہ الله عليہ ۽ آئون گل محمد فقير ڪنهن هنڌ تان واپس اچي رهيا هئاسين جڏهن درياءَ تي پهتاسين تہ 12 يا هڪ تي رهيو هو درياءَ تي ڪا ٻيڙي وغيره نہ هئي، سائين جن چيو تہ هاڻي موٽرسائيڪل ٻيهار تہ سمهي ٿا رهون، جڏهڻ سمهڻ جو ارادو ڪيوسين تہ پاڻ فرمايائون تون ٻيڙي واري کي سڏ ڪر پوءِ سمهون، مون عرض ڪيو قبلہ آئون ٿو سڏ ڪريان، پاڻ فرمايائون تہ سڏ آئُون ڪندس پوءِ پاڻ ئي سڏ ڪيائون ٻيڙي وارا ٻيڙي ڪاهي اچ، پوءِ سمهي رهياسين، ننڊ اچي وئي، ٿورڙي دير ڪانپوءِ سائين سڏ ڪري چيو تہ ادا گل محمد ٻيڙي اچي وئي، جڏهن اٿياسين تہ درياءَ هئو ئي ڪونہ اسان واري تي ويٺاهئاسين، مون چيوتہ قبلہ درياءَ ڪٿي آهي؟ فرمايائون تہ ٻيڙي تي ٽپي آياسين، پوءِ سڌو لوڙهي شريف تي آياسين درياءَ ڏسڻ ۾ ئي ڪونہ آيو مون چيوتہ سائين ٻيڙي وارو ڪاڏي ويو؟ فرمايائون تہ اها ڳالهہ دل ۾ رک.

## كرامت 4: شاخ تان موٽرسائيڪل جو هلڻ

هڪ دفعي هڪ جڳهہ تي وڃڻ ٿيو موٽرسائيڪل تي سائين جن بہ مون سان گڏ هئا هڪ جڳهہ تي پهتاسين جتي هڪ شاخ هئي ۽ ان تان گذرڻو هو پر پل نہ هئي، سائين ميرمحمد فقير رحمتہ الله عليہ جن فرمايو تہ اداهاڻي آئون پل ٺوٺاهيان، پوءِ تون گاڏي کي ان تان هلاءِ، پاڻ ڇاڪيائون جو پنهنجي بابرڪت هٿن واري لٺ مبارڪ(جيڪا هروقت ساڻن گڏ هوندي هئي)ان کي شاخ جي مٿان رکيائون ۽ ان تي آڱر رکي فرمايائون هي پل آهي هاڻي هن تان گاڏي هلاءِ، تہ ان لٺ کي ڪجهہ بہ نہ ٿيوگاڏي ٽپي وئي، پاڻ مرڪ سان ماحول کي معطر بڻائيندي فرمايائون تہ ادا گل محمد!تون تہ وڏو پائليٽ آهين، هن لٺ تان گاڏي ڪيئن ٿو هلائين؟ مون ادب جا هٿ ٻڌي عرض ڪيو تہ قبلہ

پل ناهيو توهان ۾ گاڏي ٽپايان مان. ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڪمال! اهو ته توهان جوئي ڪرم آهي.

## ڪرامت 5: ڊاڙيلن ڪي نماز پڙهائڻ

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي سائين مير محمد رحمته الله عليه حڪم فرمايو ته ادا گل محمد فقير، ايم بي 100 (وڏي گاڏي) ڪاهي اچ ته درياءَ جو مزو وٺئون. آئون گاڏي ڪاهي آيس ته جڏهن درياءَ پار ڪندي اڳتي هلياسون ته ڊاڙيلن هڪلون ڪيون ته گاڏي بيهاريو مون گاڏي بيهاري ته ڊاڙيل جيڪي تقريبا 80، 70 ڄڻا هئا اهي گهيرو ڪري آيا ته جيئن گاڏي ڦر ڪيون، جيئن ئي ويجهو آيا ته سائين مير محمد رحمته الله عليه فرمايو الله هو الله نماز. ادا نماز سيني ڊاڙيلن سائين جن ڪي سڃاتو ۽ وضو ڪري نماز لاءِ آيا پر هڪڙو نماز نه پيو پڙهي ته آئون چوڪي تو ڏيان ته متان فوج اچي پاڻ فرمايائون ته نماز نه پڙهندي ته اها بندوق مون ڪي هڻ يا آئون تو توڪي هڻان. پوءِ ان ڊاڙيل نماز پڙهي پوءِ اهي سيئي گڏجي هڪلن ڪرڻ جي معافي وٺڻ لڳا.

## ڪرامت 6: لٺ سان پروموشن ٽيڻ

هڪ دفعي هالاٽيءَ کان موٽرسائيڪل تي اچي رهياهئاسين. پاڻ هميشه فرمائيندا هئا ته گاڏي تيز هلائيندو ڪر. ڪچي پڪي ۾ ڪڏن ڪين ۾ گاڏي تي هلائيندوهوس. رستي ۾ پوليس اسان جي پويان پئي آئي ۽ هڪلون ڪندي چيائون ته گاڏي بيهار. اسان انهن کان ڪجهه مفاصلو اڳتي نڪري آياسين نيٺ پوليس وارا پهتا ۽ گاڏي اسان جي آڏو بيهاري اسان جي گاڏي روڪرايون هڪ پوليس وارو رائفل ڪٽي آيو ۽ مون (گل محمد) جي ڪلهي تي رکي چيائين ته توکي گولي لڳايان تون چونه بيٺين سائين پويان چادر ويڙهي وينو هوپاڻ لٺ ڪڍي ان ڪي ٻه ٽي وهائي ڪڍيائون. ٻين پوليس وارن سائين ڪي

سجاتو پر ان سائين کي نہ سڃاتو پوءِ ٻين پوليس وارن چيوتہ هيءُ لوڙهي وارو سائين آهي پوءِ اهو پوليس وارو ڪنڌ اونڌو ڪري ويهي رهيو ۽ پاڻ سڀئي پوليس وارا سائين کان معافي وٺڻ لڳا. پوءِ پاڻ انهن پوليس وارن کي چياءُون تہ مون توکي لتيون هنيون آهن. جي تون بدلو وٺڻ چاهين تہ ڀلي وٺ. پوليس واري چيو تہ قبلہ آئون بدلو نہ ٿو وٺان، توهان دعا ڪيو تہ پروموشن ٿئي. سائين جن فرمايو تہ ڀهرين لٺ سان تنهنجو پروموشن ٿي ويو. پوءِ اسان هلياوياسين ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ اهو پوليس وارو مٺائي کڻي درگاهہ لوڙهي شريف تي آيو سائين جن کي عرض ڪيائين تہ سائين منهنجو پروموشن ٿي ويو آهي هاڻي مان صوبيدار ٿي ويو آهيان. پوءِ دعا گهرائي هليو ويو.

## ڪرامت 7: گم ٿي وڃڻ

هڪ دفعي عمري لاءِ وياسين تہ اتي اسان کان سائين گم ٿي ويو اسان تمام گهڻو پريشان ٿياسي سائين جن کي تمام گهڻو ڳوليوسين پر سائين نہ لڌا پريشان ٿي ويهي رهياسين تہ سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ سامهون آيا. فرمايائون ادا پريشان ڇو ٿيا آهيو آئون هيڏانهن ويٺو آهيان.

## ڪرامت 8: ڏاڙيلن کي پاراتو ڏيڻ

هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي تہ فقيرنذير پٽي جي پٽ کي ڏاڙيل نبو جوٽيجو کڻي ويو ۽ نذير پٽي ڏانهن نياپو ڪيائين تہ پئسہ کڻي اچ، اگر نہ آئين تہ لاش درياءَ ۾ لوڙهي ڇڏيندا سين پوءِ ڪڍجو س. نذيرفقير چيوتہ هيءُ لوڙهائي فقير جو ونڊ آهي پاڻهي ڇڏائيندس. يا لاش درياءَ مان ڪڍندا. منهنجو ڪجهہ بہ نہ وڃي. ڳوٺ وارن چندو ڪري نذير فقير کي چيوتہ ڏاڙيلن کي پئسہ ڏيو ڇياٿين تہ سائين ميرمحمد فقير رحمتہ الله عليہ منع ڪئي آهي. آخرڪار سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ ۽

گل محمد عمري لاءِ هلياويا. جڏهن اتي پهتا ته هڪ دفعي سائين ميرمحمد رحمته الله عليه، گل محمد کي چيو ته اخبار وٺي اچ ته نذير فقير جي پٽ جي خبر وٺئون. مون (گل محمد) چيو ته سائين هتي اخبار ڪونه ملندي پوءِ جڏهن عمري کان واپس آياسين ته سائين جن، فقيرن کان پڇيو ته نذير جو پٽ واپس آيو يا نه؟ فقيرن جواب ڏنو ته قبله نبو نه ٿو ڇڏيس، پاڻ جلال ۾ اچي فرمايائون ته ”نبو توکي نانگ ڪائي“ پاڻ خاموش ٿي ويا ته ان وقت ئي نبو کي نانگ ڪاڏو وات مان رت وهڻ لڳس، ٻين چيس ته فقير سائين پٽيو اٿئي ڇوڪرو واپس موڪل، پوءِ ان ڇوڪري کي ڇڏيائين ۽ معافي لاءِ درخواست ڪيائين. ڇوڪرو آيو ۽ سائين سان مليو پوءِ سائين کي نانگ جي ڳالهه ٻڌايائين ۽ معافيءَ جي درخواست ڪيائين، سائين فرمايو ته جيڪو ڪائيندو سو مرندو ان وقت ئي ڏاڙيل نبو جو ٽيجو ٽيڪ ٿي ويو.

## ڪرامت 9: دل جو راز معلوم ڪرڻ

هڪ دفعي عبدالرحمان ٽانوري، خادم سولنگي سان گڏجي آيو سائين ميرمحمد فقير رحمته الله عليه وٽ هئا، عبدالرحمان سوال ڪٽي آيو ته اج سائين کان پڇندس ته الله ڪٿي رهندو آهي جڏهن نماز وغيره پڙهي ويٺا ته سائين ٻين فقيرن کان حال احوال ورتو ۽ هڪ فقير کي چيائون ته ادا ماڻهو چون ٿا ته الله ڪٿي رهندو آهي سو الله ته هر هنڌ هوندو آهي، پوءِ پاڻ ٽانوري کان پڇيائون ته ادا توهان حال احوال ڏيو ان عرض ڪيو ته سائين توهان مون کي جواب ڏئي ڇڏيو هاڻي فقط مون کي دعا ڪريو پاڻ ساڻس ٻاڪر پائي مليا ۽ دعا ڪيائون.

## ڪرامت 10: گم ٿيل شخص کي موٽائڻ

علي شير فقير ڪوسي ٻڌايو ته سائين ميرمحمد فقير رحمته الله عليه وٽ هڪ عورت آئي ۽ روئڻ لڳي، سائين کي چيائين ته

منهنجي پٽ کي مهينو ٿي ويو آهي گم ٿي ويو آهي اسان ڏاڍو ڳوليو آهي پر نہ ٿو لڀي مهرباني ڪري مون کي پٽ ڳولي ڏيو سائين فرمايو تہ تون وڃي گهر ۾ ويهي رهہ پاڻهي تنهنجو پٽ موٽي ايندو ڪجهہ ڏنهن گذريا تہ ان جو پٽ موٽي آيو ۽ اچي پنهنجي ماءُ کي ٻڌايائين تہ مون کي هڪ اچي ڏاڙهي سان شخص ٻانهن ۾ هٿ وجهي چيو تہ اي ڇوڪرا تنهنجي ماءُ تنهنجي لاءِ پريشان آهي ۽ تون هتي گهمي رهيو آهين پوءِ مون کي ٻانهن مان وٺي گهر ڇڏي ويو. پوءِ ماءُ ۽ پٽ گڏجي لوڙهي شريف تي آيا ۽ پري کان ڇوڪري جي سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ تي نظر پئي تہ چيائين اماں، مونکي اهو بزرگ گهر ڇڏي ويو جڏهن ويجهو آيا تہ سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ ان عورت کي چيو تہ مائي ڳالهہ نہ ڪولجانءِ، اگر ڳالهہ ڪندين تہ پٽ مري ويندئي، پوءِ مائيءَ ڳالهہ نہ ڪولي.

## ڪرامت 11: درياءَ مان گهوڙي تي چڙهي وڃڻ

سائين ميرمحمد فقير رحمتہ الله عليہ شروع ۾ رنگين ڪپڙا پائيندا هئا، فقيرن پڇيو تہ توهان اڇا ڪپڙا ڇو نٿا پهريو؟ پاڻ فرمايائون تہ جڏهن ڪرامت هٿ تي ايندي پوءِ اڇا ڪپڙا پائيندس، پوءِ هڪ دفعي ساهڙن جي ڳوٺ وڃي رهيا هئا، گهوڙي تي چڙهيل هئا جڏهن درياءَ تي پهتا تہ ٻيڙي وارن کي چيائون تہ آئون مسافر آهيان، مونکي درياءَ تان ٽپايو ٻيڙي وارن چيو تہ اسان توکي نہ ٽپائينداسين، پوءِ سائين گهوڙي سميت درياءَ ۾ لهي ويو ۽ درياءَ مان پار ٽپي ويو تہ ٻيڙي وارن سائين کي چيو تہ اسان هڪ شخص کي گهوڙي تي ڏٺو جيڪو درياءَ مان گهوڙي تي چڙهي ٽپي آيو اهو ڪيڏانهن ويو پوءِ ساهڙن ٻيڙي وارن کي ٻڌايو تہ اهو سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ هو.

## ڪرامت 12: ايڪسيڊنٽ وارن کي بچائڻ

هڪ دفعي سائين، محبت ديرو کان ڪار ۾ واپس اچي رهيا هئا ڊرائيور شمس الدين چانڊيو هو ڪنڊيارو کان 2 شخص سائيڪلن تي وڃي رهيا هئا اهي اوچتو سائين جن جي ڪار ۾ لڳا. ڪار هاءِ اسپيڊ هئي، سائين جن دعا گهري، گاڏي روڪرائي هيٺ لٿا ته اهي سائيڪل وارا بلڪل صحيح سلامت هئا ۽ انهن کي ڪجهه به نه ٿيو پر سائيڪلون ٽڪرا ٿي ويون. پوءِ سائين جن کي عرض ڪيائون ته سائين اسان ته ڇڻ پاڻ کي مئل سمجهي رهيا هئاسين پر توهان جي ڪري الله تعالىٰ اسانکي نئين حياتي ڏني. هاڻي اهي ٻئي شخص جڏهن حاجي گل محمد فقير کي ملندا آهن ته چوندا آهن ته اسان جي حياتي ان ڏينهن تي پوري هئي پر سائين مير محمد رحمة الله عليه دعا گهري اسان جي حياتي بخشرائي ڏني.

## ڪرامت 13: چوريءَ جو مال واپس ڪرائڻ

هڪ دفعي سائين ميرمحمد فقير رحمة الله عليه کي جانڻ شاهه چيو ته سائين چوراڪاري آهي توهان ڪا دعا ڏيو ته جيئن چوري نه ٿي، پاڻ فرمايائون ته توهان جي مال جو محافظ الله تعالىٰ آهي توهان جي چوري نه ٿيندي، اسين توهان جا خادم آهيون. پوءِ هڪ دفعي جانڻ شاهه جي قرباني جي گابي چور ڪاهي ويا. صبح جو پيرا کڻي سعيدو باغ وٽ پهتا ته حاجي گل محمد فقير به اتي آيو هت جانڻ شاهه چيو ته ادا گل محمد توهان کي ياد آهي ته سائين ميرمحمد فقير رحمة الله عليه منهنجي مال جي ضمانت ڪنئي هئي توهان وڃو سائين جن کي چيو ته قبله توهان جي ضامن هئڻ ڪانپوءِ به چور گابي ڪاهي ويا پوءِ گل محمد، سائين جن وٽ آيو ته سائين کي ڳالهه ڪري ٻڌايائين ته سائين جن فرمايو ته ادا گابي ته لڌي آهي پوءِ گل محمد واپس ويو ته خبر پئي ته هڪ ڳوٺ کان گابي کي پڪڙيو ويو آهي.

## ڪرامت 14: موٽرسائيڪل کي تيز هلائڻ

هڪ دفعي مان (گل محمد) سائين مير محمد فقير رحمت الله عليہ چاليهي لاءِ وڃي رهيا هئاسين تہ سائين جن فرمايو تہ "ادا گل! گاڏي تيز هلاءِ" پوءِ فقير گاڏي تيز ڪئي هڪ اهڙو رستو هو جنهن ۾ تمام گهڻا کڏا کڏا هئا پر هاءِ اسپيڊ ۾ گاڏي وڪڙن کي پار ڪري وئي پر اسان کي ڪا تڪليف نہ ٿي ٻئي دفعي اتان آياسين تہ مان گاڏي تيز هلائي تہ پاڻ چيائون تہ ادا گل محمد گاڏي آهستي هلاءِ ذري گهٽ ڏڪ ڏنو هيئي! مون عرض ڪيو سائين پهريان هن جڳهہ تان چاليهي لاءِ هلياسين تہ توهان چوندا هئا تہ گاڏي تيز هلاءِ ۽ اڄ وري روڪيو ٿا فرمايائون تہ ان وقت نماز جو عشق هو ۽ هاڻي تہ ايئن ٿا هلون.

## ڪرامت 15: هڪ مريد کي دعا ڪرڻ سان موٽرسائيڪل جو هلڻ

هڪ دفعي مان گل محمد فقير سائيڪل تي سائين مير محمد فقير رحمت الله عليہ وٽ آيس، سائين فرمايو ادا اگر توهانکي خدا تعاليٰ موٽرسائيڪل ڏئي تہ ڏاڍي ڀلاري ڪيون. صبح جو ٽائيم هو مون چيم سائين غربت آهي دعا ڪيو پاڻ دعا فرمايائون ۽ چيائون تہ توکي الله ڏيندو. آئون ڳوٺ آيس تہ ابڙن جي ڳوٺ خيرات جي دعوت تي آيم اتي ماما مليو ان کي چيو تہ سائين چيو تہ موٽرسائيڪل وٺ ماما چيو تہ آئون سڪر مان ٻي موٽرسائيڪل تو وٽان پوءِ ٻئي جڻا ان موٽر تي سڪر وياسين اتان ماما جي گاڏي تي چڙهي شام جو لوڙهي شريف تي آياسين، سائين جن ڏاڍو خوش ٿيا ۽ فرمايائون تہ ٻچا توکي اڄ ئي الله تعاليٰ گاڏي ڏني هاڻي ڏاڍي ڀلاري ڪندا سين.

کی محمدؐ سے وفا تو نے تو ہم تیرے ہیں
یہ جہاں چیز ہے کیا لوح و قلم بھی تیرے ہیں

## ڪرامت 16: خواب ۾ هڪ مريد ڪي نسوار جو استعمال ختم ڪرڻ

مختيار شر ٻڌايو ته مان پنهنجي هڪ ويجهي دوست فقير عبدالڪريم شر سان گڏ موٽرسائيڪل تي درگاهه شريف لوڙهائي تي حاضري ڀري سين. (فقيرعبدالڪريم اڪثرڪري مالي مشڪلاتن جوشڪار رهندو هو ۽ نسوارپڻ استعمال ڪندوهو) سوسائين جن کي دعا لاءِ عرض ڪيائين. لوڙهائي سائين فرمايو ته "تون پيران پير دستگير رحمته الله عليه جو ورد ڪثرت سان پڙهندو رهه. الله سائين ڪندو ته مشڪلاتون دور ٿي وينديون". بعد ۾ واپس ڳوٺ نري ميرواهه آياسين. رات جو خواب ۾ سائين جو ديدار نصيب ٿيو پاڻ فرماياڻون مختيار قاسماڻي! تون پنهنجي سنگت واري دوست(عبدالڪريم) کي چئو ته نسوار ڇڏي ڏي. پيران پير دستگير ڪامل بزرگ آهي. ان جو شان ڪيڏو اوچو ۽ اعليٰ آهي ۽ ان جو نالو کڻڻ نسوار سان گڏ بُري ڳالهه آهي. مون صبح جو پنهنجي دوست کي چيوته هن نسوار جو استعمال ختم ڪري ڇڏيو سائين جن جي دعاسان فائدو پئجي ويو ۽ هن جو مسئلو به حل ٿي ويو.

## ڪرامت 17: پٽ جو اولاد ٿيڻ

نري ميرواهه شهر جو سينئر صحافي، ڪامريڊ مختيار احمد شر قاسماڻي ٻڌائي ٿوته مونکي پٽ جو اولاد نه پيو ٿئي. لوڙهائي فقير جي درگاهه تي ايندو رهندو هئس. هڪ دفعي دل ۾ ارادو ٿيو ته سائين ميرمحمد فقير رحمته الله عليه کان نرينه اولاد جي لاءِ دعا گهرايان. سائين ٿلهي تي ويٺو هئو ته مون موقعو سمجهي سائين کي عرض ڪيو ته قبله سائين! مونکي هڪ نياڻي جو اولاد ٿيوآهي پر پٽ جو اولاد نه پيو ٿئي. پاڻ فرماياڻون ته ادا مختيار قاسماڻي! جڏهن گهرواريءَ سان

صحبت ڪرين ته اشارن سان سندس پيٽ تي محمد امين لکجان ۽جڏهن پٽ جو اولاد ٿئي ته به سندس نالو محمد امين رکجان، مون سائين جي حڪم تي عمل ڪيو ۽ خيرسان جاڙا ٻارن جو اولاد پيدا ٿيو بعد ۾ مان فقير غلام رسول مگريو(ڊاڪٽر عبدالرحيم چنه جو ڪمپائوڊر)جي ففتي اسڪوٽر تي چڙهي سائين جي درگاهه تي حاضري ڀري، معمول ۽ روايت موجب نفل پڙهي مزار مبارڪ تي حاضري ڀرڻ ڪانپوءِ سائين سان ملاقات ٿي، سائين کي مٺائي پيش ڪيم ته سائين جن فرمايو ته "مختيار! انشاءَ الله توکي 5 پٽن جو اولاد ٿيندو ۽ سائين لوڙهائي فقير رحمته الله عليه جن جي جي دعائن سان مون کي هاڻي خير سان 5 پٽن جو اولاد آهي ۽ماشاءَ الله 2 نياڻيون به آهن، منهنجي وڏي پٽ جو نالو محمد امين آهي جيڪو ماشاءَ الله پنجين درجي ۾ پڙهي رهيو آهي.

## ڪرامت 18: پيرمٺاسائين رحمته الله عليه جي عرس مبارڪ ۾ رات جي ٽائيم تي سائين جواچڻ ۽غائب ٿي وڃڻ

اٽڪل 1980ع ڏاري جي ڏهاڪي ۾ ڪنديارو ڀرسان درگاهه الله آباد شريف ۾ حضرت سهڻاسائين رحمته الله عليه جن جي موجودگيءَ دوران هرسال ملهائجندڙ عرس مبارڪ ۾ رات جي ٽائيم تي فقير لوڙهائي سائين رحمته الله عليه جن پنهنجي هڪ ڀلي گهوڙي تي سوار ٿي پنهنجي جماعت کي ٻڌائڻ کان بغير ايندا هئا ۽ وري صبح جو نماز درگاهه شريف لوڙهائي شريف تي پڙهندا هئا، سائين جن جي سموري جماعت حيران ٿي ويندي هئي ته رات جو سائين بغير ڪنهن فقير کي ٻڌائڻ جي درگاهه الله آباد شريف تي پيرمٺاسائين رحمته الله عليه جن جي عرس مبارڪ تي شريڪ ٿيندا هئا ۽ سموري جماعت سائين جن کي ڏسندي هئي.

## ڪرامت19 : ٻئي جي دل جو ارادو ظاهر ڪرڻ

سائين شهاب الدين فقير ٻڌايو تہ اسان جو والد جڏهن شهيد ٿي ويو تہ اسان دل ۾ خيال ڪيو تہ بابا جو پلاند وٺنداسين اسان پروگرام مڪمل ڪري هٿيار وغيره تيار ڪري اسان ارادو ڪيو تہ هاڻي جيستائين بابا جو پلاند نہ ڪنداسين تہ ان وقت تائين سک جو ساهہ نہ کڻنداسين، اچانڪ سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ حاجي گل محمد کي فرمايو تہ تون مٽئين لوڙهي تان سائين شهاب الدين کي وٺي اچ پوءِ ميان گل محمد مون کي (شهاب الدين) وٺي آيو سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ مون کي حجري ۾ ويهاري ٻڌايو تہ توهان جيڪو پروگرام ڪيو آهي اهو سڀ مون کي معلوم آهي پوءِ سڀ پاڻ ٻڌايائون مان (شهاب الدين) سوچڻ لڳس تہ سائين کي ڪنهن ٻڌايو پاڻ فرمايائون تہ ٻچا توهان جي والد صاحب سان الله تعاليٰ مهرباني ڪئي آهي جو کيس شهادت نصيب ٿي باقي توهان جي ٻچي ۾ فقيري جو ورثو پيل آهي ان ڪري غلط خيالات ذهن مان ڪڍي ڇڏيو.

## ڪرامت 20: غير حاضر شخص کي ان جو ڏک هٽڻ جو ٻڌائڻ

هڪ دفعي جو واقعو آهي تہ فود جو انسپيڪٽر حيدرآباد کان نڪتو رستي ۾ 5، 6 سالن جي هڪ ڇوڪري کي ان انسپيڪٽر جي ڪار جو ڏڪ لڳي ويو اها ڇوڪري وچي روڊ تي ڪِري ان جا والدين ان کي اسپتال کڻائي ويا انهي ساڳئي ڪار ۾ پوءِ فوڊ جو انسپيڪٽر لوڙهي شريف تي آيو تہ سائين ميرمحمد فقير رحمتہ الله عليہ سامهون ويناهئا پاڻ ان انسپيڪٽر کي ڏسندي فرمايائون ادا الله تعاليٰ خير ڪيو ٻچا جڏهن توهان گهر کان نڪرندا آهيو تہ توهان جو اسانکي انتظار هوندو آهي.

روح نہ کیوں ہو مضطرب موت کے انتظار میں
سنتا ہوں مجھ کو دیکھنے آئیں گے وہ مزار میں

## ڪرامت 21: اڻ پڙهيل کي قرآن پڙهائڻ

هڪ شخص وڏي عمر جو هو سائين ميرمحمد رحمت الله عليہ کي چيائين تہ آئون قرآن پاڪ پڙهندس مون کي قرآن پاڪ پڙهايو پاڻ قران ڪريم کولي اعوذ بالله ۽ بسم الله پڙهائي الم کان ڪجهہ اکر پڙهائي فرمايائون تہ هاڻي پڙهندو وڃ ۽ آئون ٻڌندو تہ وڃان اهو شخص پڙهندو پيو وڃي ۽ سائين ٻڌندو پيو وڃي حالانڪ اهو شخص بلڪل اڻ پڙهيل هو ڪجهہ ئي ڏينهن ۾ اهو قرآن پاڪ مڪمل پڙهي ويو پوءِ سائين جن فرمايو تہ توکي مبارڪ هجي جو تو توهن عمر ۾ قرآن پاڪ پڙهي پورو ڪيو آهي.

## ڪرامت 22: وفات کان بعد م مريد جي مدد ڪرڻ

هڪ شخص جنهن جو نالو رمضان ملاح هو ان کي فوج ۾ وڃڻ جو ڏاڍو شوق ٿيو سائين ميرمحمد فقير رحمت الله عليہ جي مزار شريف تي آيو ۽ عرض ڪيائين تہ سائين مان سکر ٿو وڃان انٽرويوڏيڻ توهانکي پارت آهي، جڏهن سکر ۾ آيو تہ هن کي رات ٿي وئي هڪ هوٽل تي آيو ماني پنهنجي ڪٽي ويوهو باقي ٻاجي وٺي هوٽل تي ماني کائڻ لڳو تہ هڪ فقير آيو جنهن اچي سوال ڪيس تہ "بابا ماني کاراءِ" پوءِ پاڻ ماني سموري ڪٽي ان کي ڏنائين۽ پاڻ وڃي مسجد ۾ سمهي رهيو رات جو تقريبن 2 وڳي هن کي ڪنهن شخص اچي اٿاريو سجاڳ ٿي ڏنائين تہ سائين ميرمحمد فقير رحمت الله عليہ جن کي هٿ ۾ ماني هئي ڪيس چيائين تہ ٻچا ماني کاءِ. پوءِ سائين سان حال احوال ڪيائين، سائين فرمايو پريشان نہ ٿي

اسان وينا آهيون. پوءِ اهو شخص ماني کائي هٿ ڌوئڻ ويو واپس آيو ته سائين موجود نه هو ڳولا ڪيائين پر سائين نه لڌو صبح جو اهو شخص انٽرويو تي ويو ته آفيسرن هن کي فوج ۾ سرويئر جو آرڊر ڏنو پوءِ صبح جو اهوشخص لوڙهي شريف تي آيو ۽ سڄي ڳالهه سائين شهاب الدين کي ٻڌايائين. حالانڪ سائين ميرمحمد رحمته الله عليه هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا هئا.

## ڪرامت 23: بجلي ۾ قاتل واري جو بچڻ

سائين ميرمحمد فقير رحمته الله عليه جي وفات کان 3 ڏينهن پوءِ سائين سائين شهاب الدين جي پٽ الطاف حسين جو راند ڪيڏندي بجلي جي اگهاڙي تارن ۾ هٿ پئجي ويو ته گهروارن ڏسي ورتو ۽ روضي مبارڪ تي ٻيهي سڏي چيائون ته سائين الطاف کي بچايو سائين جو ڪو رشتيدار ادو احمد فقيرلڪڙو ڪٽي آيو ۽ تار کي هنيائون ته الطاف هيٺ ڪِري پيو پر ڪجهه به نه ٿيس ۽ پنڌ ڪندو موٽي آيو ۽ اڄ تائين صحيح سلامت آهي ڪو زخم به نه ٿيس حالانڪ بجلي ۾ ڪجهه منٽ قاتل هو.

## ڪرامت 24: پٽ ڄمڻ جي پهريان خوشخبري ٻڌائڻ

سائين ميرمحمد فقير رحمته الله عليه جي ڳالهه آهي ته ميرل فقير جيڪو سنڌن جو رشته دار هو ان کي اولاد نه پيو ٿئي ميرل جي گهرواري سائين ميرمحمد رحمته الله عليه جن جي پاڻ هئي پاڻ ڪيس فرمايائون ته توکي اولاد نه ٿوٿئي؟ چيائين ته مامامير (رحمته الله عليه) مون کي ته هاڻي حيض (ماهواري) به نه ٿو اچي پاڻ فرمايائون ته الله تعاليٰ کي طاقت آهي جيڪو بند ڪري ٿو اهو کولي به سگهي ٿو هاڻي تون مهينا ڳڻ. ان چيو ته مونکي ڪجهه سال ٿيا آهن ته بلڪل حيض نه ٿو اچي ڏند به ڀڳي پيا آهن. پاڻ وري فرمايائون ته الله تعاليٰ کي طاقت آهي توکي پٽ

چمندو تنهن جو نالو امين رکجان، ان ئي مهيني ۾ ان عورت کي حيض آيو ۽ ٻئي مهيني ۾ ان کي حمل ٿيو ۽ ان کي پٽ ڄائو جنهن جو نالو محمد امين رکيائون جيڪو اڄ تائين زنده آهي سائين شهاب الدين جو ماسات آهي.

## ڪرامت 25: زمين ۾ گم ٿي وڃڻ

سبحان بخش ساهڙ ٻڌايو ته اسان ننڍڙا هئاسين سائين مير محمد رحمته الله عليه سان لڪ لڪوٽي راند ڪيڏندا هئاسين ٻوٽ اسان جو هوندو هو اسان لڪندا هئاسين ته سائين اسان کي جلد ٻولي وٺندو هو جڏهن سائين لڪندو هو ته پوءِ پاڻ ۾ صلاح ڪندا هئاسين ته سائين کي ٻوليون پر پاڻ نه ليندا هئا. پوءِ پاڻ ۾ چوندا هئاسين ته سائين کي نه کيڏايون ته سائين سامهون زمين مان نڪري چوندو هو توهان اچو آئون اڄهو حاضر آهيان.

## ڪرامت 26: درياءَ مريد کي ڏسڻ ۾ نه آيو

منهنجي (سبحان بخش ساهڙ) جي شادي ٿيڻي هئي، سائين مير محمد رحمته الله عليه وٽ آيس ۽ سائين جن کي عرض ڪيم ته سائين توهان مون سان گڏجي هلو پوءِ عشاءِ کان بعد ٻئي روانا ٿياسين، سائين گهوڙي تي آئون سائيڪل تي ۽ ٻوٽ طرف وڃي رهيا هئاسين جڏهن نئين ٻوٽ وٽ پهتاسين ته مون سائين جن کي چيو ته سائين مان درياءَ تي ٻيڙي واري کي بيهاري آيو آهيان، سائين چيو ته درياءَ پوئتي ڇڏي آيو آهين، هاڻي ٻوٽ مسو ساهڙ ۾ پهچڻ وارا آهيون، حالانڪ اسان جي ٻوٽ ۽ لوڙهي شريف ۾ وچ ۾ درياءَ هو پر سائين جن درياءَ ڪانسوار وٺي آيا.

## ڪرامت 27: ماڻهن جي نظرن کان غائب ٿي وڃڻ

سائين مير محمد فقير رحمته الله عليه جي گهر ۾ کوهي هئي جنهن مان پاڻي ڀريندا هئا. هڪ دفعي جمعي ڏينهن گهروارا پاڻي ڀيا ڀرين ته کوهي ۾ نانگ ويٺا هئا جنهن ڪري گهروارا پاڻي نه ڀيا ڀري سگهن. سائين مير محمد رحمته الله عليه کي ٻڌايائون ته کوهي ۾ نانگ آهن، سائين کوهي جي مٿان آيو ۽ کوهي ۾ لهي ويو ته سيئي کوهيءَ جي مٿان بيهي رهيا پر سائين ڏسڻ ۾ نه پيو اچي ۽ جماعتي ٻه نماز لاءِ انتظار ڪرڻ لڳا ته سائين ٻاهران مسجد شريف ۾ آذان چئي ته جماعتي حيران ٿي ويا ته سائين مسجد ۾ ڪيڏانهن اچي ويو!

## ڪرامت 28: مريد کي نانگ ڏسڻ ۾ آيو

هڪ دفعي درگاهه لوڙهي شريف تي کوهه ۾ ڏول ڪِري پيو سبحان بخش کي چيائون ته وڃي اهو ڏول ڪڍي اچ. سبحان بخش کوهه ۾ لٿو ته اهو ڏول نانگ تي ڪاٺڻ لڳس ته موٽي آيو ۽ اچي سائين کي سڄو حال ٻڌايائين ته سائين کوهه ۾ نانگ ٿو ڪائي، سائين پاڻ اتي کوهه ۾لٿو جماعتي انتظار ۾ هيا ته سائين ڪيڏي مهل ٿو نڪري جماعتي کوهه تي ويٺا ئي هيا ته پوئتي جو ڪٽي نهارين ته سائين مير محمد رحمته الله عليه گهران نڪري آيو اهو کوهه ۾ ڪريل ڏول سندن هٿن مبارڪ ۾ هيو اتي ويٺل سمورن ماڻهن کي ڏندين آڱريون اچي ويون ته سائين ته کوهه مان ٻاهر ئي ڪونه نڪتو هو پر سائين گهر ڪيڏانهن ويو سيئي اچرج ۾ پئجي ويا.

## ڪرامت 29: مريدن کي مٿا چانور کارائڻ

هڪ دفعي سبحان بخش ساهڙ ائن تي چانور ڪٽائي لوڙهي شريف تي اچي رهيو هو ته رستي ۾ جتن چيوته ساهڙ اسان کي لوڙهي تي عام ماڻهن جيان ماني نه کارائجان. پر ڏونگهي ۽ ڪشمش وارا مٺا چانور

ڪارائجان جڏهن لوڙهي شريف تي پهتا تہ سبحان بخش جتن کي عام ننگر ڪٽي آيو تہ سائين جن فرمايو ادا سبحان هنن لاءِ حجري ۾ متا چانور رکيا آهن، هنن چانور طلبيا آهن جتن کي اهي چانور کاراءِ.

## ڪرامت 30: اٺ جو لڀڻ

هڪ دفعي جو واقعو آهي تہ ابراهيم فقير ڪلهوڙي پنهنجي اٺ کي چوڙي ڇڏيو پوءِ اهو اٺ ٿاهڙ تي ويو اگر ڪوماڻهو ڏسندو هو تہ لڪي ويندو هو آخر ڪار اهو اٺ گم ٿي ويو. هڪ دفعي ابراهيم فقير اٺ کي ڳولڻ لاءِ گهران نڪتو اچانڪ اٺ تي نظر پيس پر وري اٺ گم ٿي ويو تہ ابراهيم فقير وٽي پنهنجي مرشد سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ کي سڏ ڪيائين پوءِ اڳتي هليو تہ ڏٺائين اٺ ڪنڌ هيٺ جهڪائي بيٺو آهي پوءِ اٺ کي ڳوٺ ڪاهي آيو پوءِ لوڙهي شريف تي آيو سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ فرمايو تہ ادا ابراهيم اٺ نہ چوڙيندو ڪر، ايئن اٺ ٿاهڙ تو ٿي وڃي ۽ پوءِ ويهين توسڏڪندو. حضور صلى الله عليه وسلم جن فرمايو تہ:

جڏهن توهان مان ڪنهن جو وهٽ ٿي وڃي تہ اهو سڏ ڪري چئي تہ **اعينوني ياعبادالله**(يعني اي الله جا ٻانها منهنجي مدد ڪريو).

## ڪرامت 31: مريد جي مدد ڪرڻ

هي 1973ع جي ڳالهہ آهي تہ هڪ دفعيٰ سبحان ساهڙ ڳوٺ ڪان نڪري درگاهہ شريف تي اچي رهيو هو تہ دريا جي پاڻ جي موسم هئي، منجهند جو وقت هو گرمي بہ تمام گٽي هئي جڏهن سبحان فقير درياءَ تي آيو تہ اتي ڪاٻيڙي وغيره ڪانہ هئي جڏهن دريا جي پاوڪ (ڪن) ۾ اچي ويو ۽ نڪري نہ پيو سگهي پوءِ سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ کي سڏ ڪرڻ لڳو تہ ميربابا مدد ڪر اوچتو کيس سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ نظر آيو جنهن کيس هٿ سان ڪيڏي بند تي

پهچايو وري جڏهن درگاهہ شريف تي آيو تہ ڏٺائين تہ سائين جن آرامي هئا سائين جن جڏهن سجاڳ ٿيا تہ سبحان ساهڙ جي ٻڌائڻ ڪانسواءِ فرمايائون تہ ادا سبحان گرمي ۾ سڏ نہ ڪندو ڪر منهنجي ننڊ ڦِٽائي سبحان فقير ٻڌايو تہ مون سائين جن کي ٻڌايو تہ منهنجو سر پيو وڃي ڀلا مان ڪنهن کي سڏ ڪيان ها.

## ڪرامت 32: گهوڙي جو گهوڙيءَ مٿان ٽپي وڃڻ

هڪ دفعي سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ ۽ سبحان ساهڙ گهوڙن تي چڙهي ڳوٺ مسو ساهڙ وڃي رهيا هئا تہ رستي ۾ هڪ وڏي شاخ هئي، ان مان سبحان ساهڙ لهي ٽپي رهيو هو پويان سائين جو گهوڙو هو تہ جيئن پڪي اڏامندو آهي تہ تيئين سبحان جي گهوڙي جي مٿان ٽپي هليو ويو حالانڪ شاخ ايڏي وڏي هئي جو ڪابہ سواري ان تان ٻُل(ٽپو)لڳائي نہ سگهي ها پر سائين شاخ جي مٿان تہ ڇا پر سبحان ساهڙ جي گهوڙيءَ جي مٿان گهوڙو ٽپايو. سبحان ساهڙ چيو تہ مرشد ساهہ ڪڍيو هيو پاڻ مرڪي پيا.

## ڪرامت 33: مخالف کي معتقد بنائڻ

سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ ڳوٺ مسو ساهڙ ۾ ويندا هئا اتي هڪ سيد غلام نبي شاهہ المعروف نبي شاهہ ايندو هو. اهو سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ جي شان ۾ گهٽ وڌ ڳالهائيندو هو ان کي ساهڙن چيو تہ تون پهريان لوڙهي شريف تي هلي مزو تہ ڏسي اچ پوءِ تون ڀلي مخالفت ڪر. هڪ دفعي سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ ۽ اهو سيد نبي شاهہ ۽ مصري ساهڙ ڳوٺ کان لوڙهي شريف تي اچي رهيا هئا اچانڪ سيد نبي شاهہ جي گهوڙي کي ٿاٻو آيو سائين اڳيان هو پوءِ ان سيد مصري ساهڙ کان پڇيو لوڙهو شريف ڪٿي آهي جنهن کيس ٻڌايو تہ سامهون جيڪي وڻ نظر ٿا اچن اتي لوڙهو شريف آهي بس

هاڻي پهچڻ وارا آهيون سيد چيو ته دريا ڪاڏي ويو مصري ساهڙ چيس ته مون ڪان نه پڇ سائين ڪان پڇ پوءِ ان سيد سائين، مير کي سڏ ڪري بيهاريو پوءِ اهو سيد سائين جي قدمن تي ڪِري پيو ۽ عرض ڪيائين ته قبله هاڻي مون کي معاف ڪريو پر ٻڌايو ته درياءَ ڪاڏي ويو؟ سائين فرمايو ته جتي تنهنجي گهوڙي ٽاپو ڪاڏو اتي درياءُ هو اهو سيد عجب ۾ پئجي ويو ته سائين ته مون ڪان ڪافي اڳتي هلي رهيو هو سائين کي ڪيئن خبر پئي ته منهنجي گهوڙي ٽاپو ڪاڏو؟ بحرحال اهي لوڙهي شريف تي آيا، ڪجهه ڏينهن سيد اتي ترسيو. هڪ ڏينهن سائين مير ۽ سيد سڳورو ۽ مصري فقير شام جو دريا گهمڻ ويا. عصر جي نماز جو ٽائيم ٿي ويو سائين ميرمحمد رحمته الله عليه سيد سڳوري کي چيو ته حضرت خضر عليه السلام کي سڏ ڪر ته نماز پڙهائي، چيائين ته سائين منهنجي سڏ تي ڪونه ايندو پوءِ پاڻ نماز لاءِ تڪبير هنيائون ته درياءَ مان هڪ شخص نماز پڙهائڻ لاءِ آيو نماز پڙهائي پوءِ غائب ٿي ويو ان ڪانپوءِ سيد هميشه لاءِ معتقد ٿي ويو.

عقل ہوتی تو خدا سے لڑائی نہ لیتے

یہ گھٹائیں اسی منظور بڑھانا تیرا

## ڪرامت 34: مريد کي سفر ڪرڻ جي خبر ڏيڻ

هڪ دفعي احمد علي ساهڙ ڏاند ڳاڏي ڳوٺ مسو ساهڙ ڪان ڪاهي لوڙهو شريف تي اچي رهيو هو ته برسات شروع ٿي وئي جڏهن هڪ هيسباٽين جي ڳوٺ وٽ پهتو ته برسات ختم ٿي وئي، جڏهن درگاهه لوڙهو شريف تي آيو ته سائين ميرمحمد فقير رحمته الله عليه احمد ساهڙ کي چيو ته ادا ساهڙ برسات ۾ گهر ڪان نڪري آئين ۽ برسات شروع ٿي وئي، ادا برسات ته هيسباٽين جي ڳوٺ وٽ ختم ٿي وئي ته احمد علي حيران ٿي ويو.

## ڪرامت 35: دل جو راز معلوم ڪرڻ

سبحان ساهڙ پنهنجي هڪ دوست کي درگاهہ شريف تي وٺي آيو جنهن سبحان کي چيو تہ سائين کان دعا گهرائيندس تہ رزق جي تنگي آهي ان لاءِ دعا فرمايو جڏهن درگاه شريف تي پهتا ۽ نفل وغيره پڙهي سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ سان ملڻ آيا تہ سائين فرمايو ادا جيڪو شخص مسجد کي ٻهاري ڏيندو يا مسجد جا تڏا صاف ڪندو ان جي تنگي ختم ٿي ويندي تہ اهو شخص حيران ٿي ويو تہ سائين کي ڪنهن ٻڌايوجو منهنجي دل ۾ سوچيل ڳالهہ جو جواب ڏنائون.

## ڪرامت 36: خضر عليہ السلام سان ملاقات ڪرڻ

هڪ دفعي سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ کي سندس والد حاجي دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ چيو تہ ابامير ڪڏهن حضرت خضر عليہ السلام سان ملاقات ڪئي اٿئي سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ چيو تہ سائين دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ چيو تہ ابا مير وچ ۾ هفتو رهجو ان سان ملاقات ڪجو پوءِ جڏهن واپس آيا تہ سائين دلمراد فقير رحمتہ الله عليہ چيو تہ "ابامير حضرت خضر عليہ السلام سان ملاقات ڪري آئين؟" چيائين تہ هائو بابا آئون ان وٽ رهيس ۽ مون کي پاڻي جي مٿان مصلو وڇائي ڏنائين ۽ مون ان تي نماز پڙهي.

## ڪرامت 37: خواب ۾ هڪ شخص جي تڪليف ختم ڪرڻ

علي شير فقير ڪوسي ٻڌايو تہ آئون هميشہ عيد جي نماز مٿئين لوڙهي تي پڙهڻ ويندو هوس, هڪ دفعي دير ٿي وئي ۽ ڪنڌيارو ۾ عيد نماز پڙهي مٿئين لوڙهي شريف تي آيس تہ اتي هڪ شخص ويٺو هو ان سان ملاقات ڪيم ۽ ان کان احوال ورتم ان شخص چيو تہ آئون لاڙڪاڻي جو آهيان هڪ دفعي ڪم ڪري رهيو هئس تہ مون کي چڪي پئجي وئي ۽ تمام گهڻو سور هو رات جو سمهيس تہ خواب ۾ ڏٺم

تہ هڪ شخص آيو آهي ۽ مٿان لامارا ڏئي رهيو آهي، اچانڪ منهنجي مٿان اچي ويٺو آهيۓ منهنجي جان کي زور ڏئي چيائين تہ ادا هاڻي توکي سور آهي مون چيوتہ نہ ايئن چوندي پاڻ گم ٿي ويا آئون سجاڳ ٿي پيس تہ بلڪل مون کي سور نہ هو پوءِ صبح جو پڇا ڪيم تہ اهو بزرگ لوڙهي وارو هو پوءِ اسان ڪار ۾ چڙهي جڏهن درگاهہ شريف تي آياسين تہ سائين ميرمحمد فقير رحمتہ الله عليہ سامهون ويٺا هئا مون سندن کي سڃاتو تہ اهو ئي شخص هو جيڪو مونکي خواب ۾ آيو هو جڏهن سائين سان ملڻ لڳاسين تہ پاڻ ٻين ماڻهن ڏانهن منهن ڪري فرمايائون تہ پورا چپ ٿي وڃ ان شخص چيوتہ مون کي ڳوٺ ۾ پورا سڏيندا هئا پوءِ اڪيلائي ۾ سائين سان مليس ان ڏينهن کان آئون هتي ايندو آهيان تقريبن منهنجي عمر 93 سال آهي.

## ڪرامت 38: هڪ شخص کي سني بنائڻ

هڪ دفعي هڪ شخص سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ وٽ آيو ۽ اچي چيائين تہ مون کي حضرت خضرعليہ السلام جي زيارت ڪرايو پاڻ فرمايائون تہ "تون نفل پڙهي اچ" جڏهن پاڻ نفل پڙهي آيو تہ سائين ان جي هٿ ۾ هٿ ڏئي ٻاهر لوڙهي شريف کان نڪري ويا ۽ وڃي درياءَ تي پهتا جڏهن درياءَ تي پهتا تہ نماز جو ٽائيم ٿي ويو تہ سائين فرمايو تہ ادا ترس تہ جي ٽيون ماڻهو بہ اچي تہ جماعت ڪري نماز پڙهون ڪجهہ وقت گذريو تہ هڪ شخص سائي چادر سان درياءَ مان نڪري آيو اچي سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ کي ڀاڪر پاتائين، پوءِ سائين کي چيائين تہ توهان نماز پڙهايو تہ آئون هِن سان جماعتي ٿي بيهان ٿو پوءِ سائين نماز پڙهي پوءِ ٽئي ڄڻا واپس لوڙهي شريف تي اچي رهيا هئا تہ اهو شخص دل ۾ سوچڻ لڳو تہ شايد هيءُ شخص خضر عليہ السلام هو اهو سوچي رهيو هو تہ ٿاٻو آيس ۽ ڪجهہ هيٺ ٿيو تہ اهو شخص گم ٿي ويو ۽ پوءِ اهو

شخص لوڙهي شريف تي آيو سائين جن جي پيرن تي ڪري پيو ۽ چيائين تہ سائين اهو ئي حضرت خضر عليہ السلام آهي اهو شخص پنهنجا شهپر ڪترائي سني تي ويو ۽ هميشہ درگاهہ شريف تي ايندو هو.

نگاہ ولی میں یہ تاثیر دیکھی
بدلتی ہزاروں کی تقدیر دیکھی

## ڪرامت 39: مريد جي شادي ٿيڻ

هڪ دفعي جو واقعو آهي عمرالدين مگريو جيڪو سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ جو مريد هو ان پنهنجي ڳوٺ مان ڪنهن کان رشتو گهريو تہ مون کي شادي ڪراي تہ اهي ماڻهو سخت ناراض ٿي ويا تہ تنهنجون 2 شاديون ٿيل آهن ۽ تون 45 سالن جي عمر جو آهين ۽ اسين توکي ڪنواري ڇوڪري نہ ڏينداسين، پوءِ عمر الدين سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ وٽ آيو ۽ سائين کي روئندي ڳالهہ ٻڌايائين تہ منهنجون 2 شاديون ٿيل آهن، انهن مان اولاد ناهي، اڄ اولاد جي ڪري ڳوٺ مان هڪ شخص کان رشتو گهريم تہ اهي مارڻ لاءِ تيار ٿي ويا آهن پاڻ فرمايائون تہ تون وڃ ۽ توهان جي گهر ۾ جيڪا وڏي ڪٽ آهي، ان تي سمهي رهہ رات جو سدنس والده عمرالدين کي اٿاريو تہ ماني ڪاءَ پر پاڻ نہ اٿيا ۽ والده کي ٻڌايائون تہ سائين مون کي چيوآهي تہ وڃي سمهي رهہ ان ڪري آئون سمهي رهيوآهيان ڪجهہ وقت ڪانپوءِ رات جو تقريبن 10 بجي ڇوڪريءَ جامالڪ آيا ۽ اچي عمرالدين جي پيءُ کي چيائون تہ اسين سڀ راضي ٿي وياآهيون ۽ توهان پنهنجي پيءُ کي چئو تہ تياري ڪري سندس شادي ڪرايون پوءِ عمرالدين کي پيءُ سڄي ڳالهہ ٻڌائي تہ ڪٽ تان اٿيو ۽ ماني گهريائين ۽ ماءُ کي ٻڌايائين تہ سائين چيوهو تہ پاڻ

ڪٿ تان نہ اٿجان پاڻهي سڌي رشتو ڏئي ويندا. هاڻي سائين جي ڳالهہ سچي ٿي آهي پوءِ ان عورت سان شادي ڪيائون جنهن مان ڪيس اولاد ٿيو جيڪو اڄ تائين زندهہ آهي.

## ڪرامت 40: دل جو راز معلوم ڪرڻ

هڪ دفعي عمرالدين وٽ هڪ شخص آيو جيڪو سندس دوست هو ان جو نالو خدابخش چانگ پڪاچانگ جو ويٺل هو ان چيو تہ اگر تنهنجو مرشد سچو آهي تہ آئون جيڪي دل ۾ ڳالهہ سوچي رهيو آهيان اها پوري ڪري ڏيکاري، تہ آئون ڪيس مڃيندس، پوءِ ٻئي ڄڻا درگاهہ لوڙهي شريف تي ويا، ۽ سائين سان مليا پوءِ دعا گهري واپس وڃڻ لڳا تہ عمر ڪي سڏ ڪري ويهاريائونءِ پنهنجي فقير پنجل ڪوريءَ کي چيائون تہ ڳئون ڪاهي هن خدابخش چانگ جي هٿ ۾ ڏي تہ اهو شخص سائين جن پيرن تي ڪِري پيو ۽ چيائين تہ منهنجي پٽ جي شادي هئي دل ۾سوچي آيوهئس تہ سائين ڪان ڳئون وٺندس، پوءِ اهو شخص سندن جو معتقد ٿي ويو.

## ڪرامت 41: سڏيندڙ جي سڏ جو جواب ڏيڻ

هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي تہ آئون گلاب فقير ڪراچي ۾ ڪمائيندو هوس هڪڙي ڏينهن ڏاڍو بيزار ٿي پيس ۽ سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ کي سڏ ڪري چيم تہ منهنجي مسافري مان جان ڇڏاءِ، ڪجهہ ڏينهن ڪان بعد ۾ ڳوٺ آيس تہ صبح جو لوڙهي شريف تي ويس، سائين مون کي وٺي وڻ هينيان ويهاري چيو تہ ادا تنهنجي دانهن ڏسجي ٿي هاڻي تون مسافري ڇڏ ۽ پوءِ آئون هارپو ڪرڻ لڳس ۽ آئون حيران ٿي ويس تہ سائين کي ڪنهن ٻڌايو؟

## ڪرامت 42: پٽ جي خوشخبري ٻڌائڻ

هڪ دفعي جي ڳالھ آهي تہ مون(گلاب فقير) ۾ فقيرن لوڙهي تي پٽ پئي ٿاهي، ڪجھ ڏينهن کان بعد ۾ مون عرض ڪيو تہ سائين مون کي اجازت ڏيوتہ مان گهر جي سارسنڀال لهي اچان، ڇوتہ منهنجي گهرواري اميد سان آهي سائين فرمايو تہ سياڻي ويجان، جڏهن صبح ٿيو تہ سائين ڪجھ سامان ٻڌي ڪٽايو مون کي ڏئي چيائين تہ هي سامان ڪٽي وڃ، الله جو ٻانهو اچڻ وارو آهي، جڏهن سامان ڪٽي ڳوٺ پهتس تہ ڳوٺ خير لڳو پيوهو پوءِ سامان ڏئي واپس درگاھ لوڙهو شريف تي پهتس ۽ رهيل ڪم شروع ڪيوسين تہ ڳوٺ جو هڪ شخص آيو اچي ٻڌايائين تہ "گلاب مبارڪ هجئي توکي پٽ ڄائو آهي".

مون کي سائين جا چيل لفظ ياد آيا تہ تنهنجي گهرالله جو ٻانهو اچڻو آهي.

قلندر هرچہ گويد ديد گويد

قلندر جيڪي ڪجھ چوندو آهي اهو ڏسي پوءِ چوندو آهي.

نہ کتابوں سے نہ کالج کے در سے پیدا

دین ہوتا ہے بزرگوں کی نظر سے پیدا۔

## ڪرامت 43: فقير کي مصيبت کان بچائڻ

هڪ دفعي جي ڳالھ آهي تہ اٿون گلاب فقير آڌيءَ رات جو ياڳو واري قبرستان تي ويس ۽ قُل شريف پڙهي جڏهن واپس لوڙهي شريف ڏانهن اچي رهيو هئس تہ رستي ۾ 2 ڪتا منهنجي پويان لڳا مون پٺرڪٽي هڪ ڪتي کي هنيو تہ اهوڪتو پٺر ڏانهن وڌيو تہ ٻيو ڪتو مون ڏانهن ڀڳو آيو اهڙي طرح آئون ڀڄندو آيس، پر مونکي بيحال ڪري وڌن ۽ آئون دانهن ڪري ڪِري پيس تہ ٻئي ڪتا بيهي رهيا،

اڳتي وڏيس تہ ٻئي ڪتا غائب ٿي ويا, جڏهن لوڙهي شريف تي پهتس صبح جي نماز پڙهي ٻاهر آيس تہ سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ چيو تہ ادا گلاب فقير اسان تنهنجي لاءِ روزو رکيو آهي، يعني توتي ڪتا مصيبت اچي رهيا هئا تہ اسان هٿ ئي ٻاس ڪئي تہ اگر گلاب فقير کان ڪتا ڀڄي ويا تہ روزو رکنداسين حالانڪ سائين تہ لوڙهي تي ويٺو هوان کي خبر ڪيئن پئي تہ آئون حيران ٿي ويس.

## ڪرامت 44: مخفي راز کي ظاهر ڪرڻ

هڪ دفعي جو واقعو آهي تہ ائون گلاب ڪراچي ڪمائيندو هئس، آئون بيمار ٿي پيس، آئون تمام گهڻو ڪمزور ٿي ويو هئس، پوءِ ڳوٺ آيس ۽ علاج لاءِ دوائون وغيره بہ ورتم تہ جيئن ڪجهہ طبيعت صحيح ٿئي ۽ طاقت ٿئي، صبح جو لوڙهي شريف تي آيس تہ سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ فرمايو تہ "ادا گلاب فقير! توکي گوريون کائڻ جي ضرورت ناهي".

## ڪرامت 45: لوڙهي تي آيل شخص جو هٿ منجهي ويو

1980ع ڌاري هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي تہ حاجي واليڏنو چنڙ ۽ هڪ صوبيدار پوليس عملي سميت لوڙهي شريف تي آيا انهن کي غلام قادر ابڙي ايس ايچ او ٻڌايو تہ هڪ شخص خون جي ڪيس ۾ جوابدار آهي ۽ اهو لوڙهي شريف تي انهي کي گرفتار ڪري اچو ان جوابدار جي سڃاڻپ جي نشاني هي آهي تہ ان جي هٿ جي پٺي تي بگ آهي اڇا داغ آهن جڏهن لوڙهي شريف تي حاجي واليڏنو وضوءَ ڪيو تہ ڏٺائين تہ واقعي اهو شخص موجود آهي هٿ تي نشان بہ اٿس پوءِ سيني گڏجي نماز ادا ڪئي، پر حاجي واليڏنو ان شخص جي پرسان ويهي رهيو تہ جيئن جوابدار کي آسانيءَ سان گرفتار ڪري سگهجي، جڏهن سلام ٿي ويو تہ حاجي واليڏنو ڏٺو تہ شخص ساڳيو ئي

آهي پر هٿ تي نشان اڄ تائين موجود آهن. پوءِ ٻاهر نڪري توبه ڪري صوبيدار سميت خير جي دعا گهرائي واپس هليا ويا.

## ڪرامت 46: مريد کي اژدها بلا کان بچائڻ

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته هڪ شخص جبل جي پاسي جو سائين مير محمد رحمته الله عليه جي خدمت ۾ حاضر ٿيو شام جو واپس ٿيو ته رستي ۾ هڪ وڏي بلا ڏسڻ ۾ آيس جيڪا هن ڏانهن وڌي رهي هئي اتي فقير ٻڌايو ته مون سائين کي وٺي سڏ ڪيا ته سائين لوڙهائي بچاءِ ته ائين اوچتو آسمان جي طرف کان ڌماڪو ٿيو ڏٺم ته ڪونڌري اچي ان بلا جي منڍي ۾ لڳي بلا ڦٿڪڻ لڳي ۽ ڊور وانگي رت وهڻ لڳيس پر اها ڪونڌري ڪري نه پئي جڏهن بلا مري وئي ته ان فقير اها ڪونڌري کڻي ٻئي ڏينهن لوڙهي شريف تي ديڳ پت جي خيرات ڪرڻ لاءِ آيو هوس اتي موجود ماڻهن ٻڌايو ته ڳالهه ٿيڙي جو سائين جن اها ڪونڌري لوڙهي ۾ هئي اسان سمجهيو ته شايد پراڻي ٿي وئي آهي ان ڪري ڪِري هنيائون پر اصل ۾ توتي مصيبت اچي رهي هئي ان ڪري ڪونڌري لوڙهي ۾ هنيائون.

ان کے در سے کوئی خالی جا نہیں سکتا

ان کے دروازے کھلے ہیں ہر گدا کے واسطے

## ڪرامت 47: خواب ۾ سڃاڻپ ڪرائڻ

مسعود احمد مگريو ٻڌايو ته آئون هڪ ڀيري ڪنڊيارو شهر ۾ پنهنجي هڪ دوست سان بسم الله فوٽواسٽِٽ وٽ ڪنهن ڪم سانگي ويٺو هئس ته اوچتو منهنجي نظر شوڪيس ۾ رکيل هڪ تصوير تي پئي جيڪا ڪنهن بزرگ جي هئي اتي ويٺل ڇوڪري چيو ته پيائو مسعود اها تصوير سڃاڻي ٿو ڪنهن جي آهي مون چيو ته مون کي خبر

ناهي توهان ٻڌايو تہ ان ڇوڪري ٻڌايو تہ هي تصوير سائين مير محمد فقير لوڙهائي بزرگ جي آهي پوءِ مون کي ڏاڍي خوشي ٿي ڇوتہ سائين جن جي ديدار جي خواهش اڌوري رهيل هئي. پوءِ هڪ دفعي خواب ۾ سائين مير محمد رحمتہ الله عليہ کي ڏٺم سائين پڇيو ادا مسعود، مون کي سڃاڻين ٿو؟ مون چيو تہ مون توهان کي ڪڏهن ڏٺو ئي ناهي، پاڻ فرمايائون تہ ظاهر ۾ تہ ڪونہ ڏٺو اٿئي پر منهنجي تصوير تہ ڏٺي اٿئي!.

## ڪرامت 48: عجيب واقعو

جڏهن سائين مير محمد رحمتہ الله عليہ وفات ڪئي تہ ان کان چند ڏينهن بعد ۾ درگاهہ شريف تي عرب آيا ۽ پڇا ڪيائون تہ سائين مير محمد رحمتہ الله عليہ ڪڏهن وفات ڪئي آهي؟ فقيرن ٻڌايو تہ صفر جي پهرين تاريخ تي اهي عرب قسم کڻي چوڻ لڳا تہ اسين مڪي ۾ رهندا آهيون، هڪ ڏينهن اعلان ٿيو تہ حاجي مير محمد رحمتہ الله عليہ جن وفات ڪري ويا آهن ان جي جنازي نماز پڙهو پوءِ اسان نماز جنازه جي پڙهي هيڏانهن آيا آهيون، واقعي اها ڳالهہ سچي ٿي پهرين صفر تي اسان جنازي نماز ادا ڪئي هئي ۽ اسان اعلان ٻڌو هو.

ساري رات سبحان جاڳي جن ياد ڪيو
ان جي عبداللطيف چئي مٽيءَ لڌو مان
ڪوڙين ڪن سلام آڳهہ اچيو ان کي.

## ڪرامت 49: اڻ ڏٺل جي دعوت تي حاضر ٿيڻ

هڪ دفعي جو واقعو آهي تہ سائين عمري تي ويو جڏهن مديني منوره ۾ آيا تہ هڪ شخص سائين جن سان مليو ۽ سائين کي دعوت ڏنائين تہ قبلہ اسان جي دعوت کائي وڃو پر سائين جن کي ايڊريس نہ ڏنائين دراصل اهو شخص راولپنڊي جو هو سائين جن عمري کان بعد ۾ واپس موٽي آيا هڪ دفعي اهو ساڳيو شخص لوڙهي شريف تي آيو ۽

فقيرن کي ٻڌايائين ته آئون راولپنڊي ۾ گهر ۾ ستو پيوهئس ته دروازو کڙڪيو آئون دروازي تي آيس ته سائين بيٺو هو مون سائين کي چيو ته مون توهانکي ايڊريس نه ڏني هئي توهان ڪيئن آيا آهيو؟ سائين جن فرمايو"ادا راولپنڊي به ڪوپنڌ آهي!"پوءِ مون به سائين جي حال آهر خدمت ڪئي ۽ سائين مون کي ايڊريس ڏني آئون ايو آهيان جيڪي رات جو سائين ايڊريس ٻڌائي ويو منهنجو عقل حيران آهي پوءِ اهو شمس سائين جو مريد ٿيو.

علامه شعراني لکيو آهي ته(اسان وٽ تيستائين مرد ڪمال کي نه ٿو پهچي جيستائين پنهنجي مريد جي چُرڻ پرڻ کي تڏهن کان ڄاڻي جڏهن کان پُٺين ۾ منتقل ٿيندو آيو آهي ۽ الست واري ڏينهن کان جنت يا جهنم ۾ داخل ٿيڻ وارو وقت ڄاڻي.

❋فائدو! الله تعالي جي طرفان ولين کي اهڙي طاقت مليل آهي جو هڪ وقت ۾ مختلف جاين تي موجود ٿي سگهن ٿا.

## ڪرامت 50: پوشيده راز کي ظاهر ڪرڻ

هڪ دفعي سائين ٿلهي تيوينو هو جتي پاڻ مانهڻ سان ويهندا هئا ان کي لوڙهي شريف تي ٿلهي چوندا آهن ته هڪ شخص عرض ڪيو ته سائين منهنجي گهرواري رسي وئي آهي سو ڪادعا ڪريو ته واپس اچي، پاڻ ان ڏانهن ڪابه توجه نه ڏناءُون وري ٻيو دفعو چيائين ته سائين جن فرمايو ته تو وٽ اچي ڇاڪري؟ پهريان تون پنهنجو علاج ته ڪراءِ پوءِ ان شخص ڪنڌ ڪٽي اونڌو ڪيو ۽ ٻڌايائين ته ادا مون کي مردانه قوت ناهي پر سائين کي ڪنهن ٻڌايو.

## ڪرامت 51: مقبول ٻانهي جو ديدار ڪرڻ

هڪ دفعي ڪنهن شخص مڪي شريف ۾ دعا گهري ته ياالله پنهنجي مقبول ٻانهي سان ملاقات ڪرا دعا گهري بس ڪيائين ته

پويان سائين ميرمحمد رحمته الله عليہ بيٺو هو دعاگهرڻ وارو سيد سڳورو هو پوءِ پاڻ ان لاءِ اٿي بيٺا ۽ چيائون تہ سيد سڳورا پنهنجي جُتي ڏيو تہ آئون جهليان.

## كرامت 52: دل جي موافق كاڌو كارائڻ

هڪ دفعي ڪي ماڻهو پاڻ ۾ صلاح ڪري رهيا هئا تہ اگر سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ ولي الله آهي تہ اسان جي دل جو حال ٻڌائي جڏهن اهي شخص درگاهہ تي آيا تہ سائين لاءِ ڪتاڻ ۽ ماني ماکي مکڻ کڻي آيا انهن کي کارايائون تہ اهي چوڻ لڳا سائين اسان تہ ڳالهہ دل ۾ رکي آيا هئاسين تہ سائين اسان کي ڪتاڻ ماکي مکڻ کارايو پاڻ فرمايائون تہ ٻچا اهڙي ڳالهہ ناهي.

## كرامت 53: رستي ۾ كولڻ

هڪ دفعي سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ کي ڪنهن مائي چيو تہ سائين مون کي ڪجهہ ڏيو تہ سائين ان کي 2 پيڪٽ ڏنا چيائين تہ انهن کي وڃي گهر کولجانءِ مائي پيڪٽ کڻي جڏهن رستيءَ آئي تہ سوچڻ لڳي تہ کولي ڏسان تہ انهن ۾ ڇا آهي جڏهن پيڪٽ کوليا تہ ان ۾ ڪيڙا پيا هئا پوءِ ڪجهہ ڏينهن کان بعد ۾ درگاهہ شريف تي آئي تہ سائين چيس تہ تو رستي ۾ پيڪٽ کوليا ان ڪري توکي ڪيئان ڏسڻ ۾ آيا.

## كرامت 54: فقير جي مٿان پڙ پوڻ

ساهڙ فقيرن ۾ هڪ شخص مينڌل فقير رهندو هو جنهن کي ماڻهو خراب سمهندا هئا سائين جن ماڻهن کي چوندا هئا تہ توهان ان کي غلط ٿا سمهو پر ان جي مٿان پڙ پوندا پوءِ جڏهن مينڌل مري ويو تہ ان جي مٿان اڄ ڏينهن تائين پڙ پوندا آهن.

## ڪرامت 55: حضور صلي الله عليه وسلم جن جي هنج ۾ ويهڻ

سائين ميرمحمد فقير رحمته الله عليه جي مريد ڳالهه ڪئي ته مون خواب ۾ ڏٺو ته حضور صلي الله عليه وسلم جن جي ڪچهري آهي ان ۾ سڀ اولياءِ الله ويٺا آهن پر سائين ميرمحمد رحمته الله عليه ڪونه هو پوءِ مون دل ۾ ارادو ڪيو ته منهنجو مرشد ڇونه آيو آهي ته اتي ان بزرگ ڇٽي بس ڪيو ته حضور صلي الله عليه وسلم جن چادر مٿي ڪنئي ته سائين ميرمحمد رحه سندن جي هنج ۾ ستو پيو هو.

طيبہ سے منگائی جاتی ہے سینوں میں سجائی جاتی ہے

توحید کی مئی پیالوں سے نہیں نظروں سے پلائی جاتی ہے۔

## ڪرامت 56: مريد ڪي عمرو ڪرائڻ

عبدالرحمان ميمڻ ٻڌايو ته 1995ع جون مهيني ۾ آئون سائين ميرمحمد فقير رحمته الله عليه سان ملڻ ويس اڳم ويندڙهوس ان ڏينهن سائين سان ملاقات ڪري وينس ته پاڻ فرمايائون ته ادا عبدالرحمان توهان عمرو ڇونه ٿا ڪيو مون چيو ته سائين غريب آهيان پئسه ڪونه آهن پوءِ پاڻ پنهنجا هٿ مبارڪ ڪنيائون دعا گهريائون بعد ۾ چيائون ته تون هن سال آڪٽوبر مهيني جي 11 تاريخ تي تون عمري تي ويندي انشاءالله پوءِ پاڻ فرمايائون ته ميرپورخاص جو ڊي سي آهي ان ڪي چيو ته سائين موڪليو آهي مون ڪي عمري جي ٽڪيٽ ڏي بحرحال ان سان رابطو ڪيائين پر ٽڪيٽ ڪونه پئي ملي آخرڪار7 آڪٽوبر تي لوڙهي شريف تي آيس سائين پڇا ڪئي ته توهان ڪي ٽڪيٽ ملي، مون چيو ته سائين نه. پاڻ فرمايائون ته توهان 9 تاريخ تي موري شهر مان ميرپورخاص ڊي سي ڏانهن ٽيليفون ڪجو توهان جو ڪم ٿي ويندو پوءِ آئون موري شهر مان ٽيليفون ڪئي ته ان چيو ته پٽ! تون يلي وڃ، هيءَ رسيد توهان ڪي ڏيون ٿا اها رسيد پيسيج ٽريول ايجنسي

وارن کي ڏيو ته توهان جي ويزا وغيره ٺهرائي توهان کي ڏيندا پوءِ آئون ڪراچي آيس ۽ مون کي ويزا ملي وئي ۽ 11 تاريخ تي عمري تي هليو ويس اها سندن جي ڪرامت هئي جو پهريان ئي تاريخ ٻڌايائين يارهين تاريخ تي عمرو ڪندي؟ حالانڪ مون وٽ پئسه ڪونه هئا پر سندن جي دعا جي دعا جو اثر ظاهر ٿيو. مطلب ته الله وارن جي دعا رد نه ٿي ٿئي.

## ڪرامت 57: تڪليف جو ختم ٿيڻ

1999ع ۾ هڪ دفعي جي آئون(عبدالرحمان)نوشهروفيروزجي بازار گهمي رهيو هوئس ته مون کي ٻن دوستن سڏ ڪيو جيڪي مٺائي ڪائي رهياهئا دوڪان تي آئون ويس ته منهنجو پير مڙي پيو ۽ ڏاڍو سورٿيو ۽پوءِ آئون لوڙهي شريف تي آيس، سائين ميرمحمد فقير رحمة الله عليه جي مزار تي ويهي قل شريف پڙهي دعاگهريم پوءِ مزار شريف تي روئي عرض ڪيم سائين مير! اگر توهان ظاهر ۾ ٻاهر ٿلهي(جتي پاڻ ويهندا هئا) تي ويٺا هجو ها ته توهان کي پنهنجي درد جي دانهن ٻڌايان ها ائين چئي آئون واپس ڳوٺ آيس ته رات جو سمهي پيس صبح جو تقريبن 6 وڳي مون ي ننڊ ۾ سائين ميرمحمد فقير رحمة الله عليه ڪن ۾ آواز سان چيوته تون وولتران ٽڪي ڪاءِ ته سور ختم ٿي ويندي پوءِ مون 4 ٽڪيون کاڌيون ته سور ختم ٿي ويو.

## ڪرامت 58: اڻ واقف شخص کي واقفيت کان پهريان سڃاڻڻ

فقير حاڪم الدين پيرٽ ٻڌايوته آئون 1971ع ۾ ڪنديارو جي ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ وٽ ڪلرڪ هوس پر ڪچوڪلرڪ يعني نوڪري پڪي نه ٿي هئي، عارضي طور ڪم ڪندو هئس 1972ع ۾ هڪ ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ محمد علي ڪلهوڙي جي بدلي ٿي، ان هڪ پٺيوالي بولي مگريو کان پڇا ڪئي نه هن شهر ۾ ڪنديارو ۾

لوڙهائي فقير جي نالي سان ڪو بزرگ مشهور آهي ڇا؟ بولي مگريي چيوته هائوپوءِ ان چيوته اڄ شام پروگرام ڪيو ته هلنداسين، ان لوڙهائي بزرگ تي. پوءِ شام جو ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ محمد علي ڪلهوڙو، شفيع محمد ابڙو سرڪاري پ پ هو ريڊر حاجي خيرمحمد ڪوڪر بولومگريو آئون حاڪم الدين پرٽ جيپ ۾ چڙهي جڏهن لوڙهي شريف تي وياسين مغرب جي نماز لوڙهي واري سائين نماز فرض پڙهائي پاڻ مسجد ۾ اندر هليا ويا پوءِ دروازو بند ڪري ڇڏيائين ۽ ٻيا جماعتي سنت نفل پڙهڻ لڳا نماز کان فارغ ٿي هڪ شخص ذڪر ڪرايو جيڪو سائين ميرمحمد فقير رحمته الله عليه جو پاٽج فقير شاهه محمد هو پوءِ دعا گهري نفل پڙهي ٻاهر نڪتاسين ته مون کي ڪنهن شخص اوچتو پويان پاڪر پاتو مون ڏٺو ته اهو سائين ميرمحمد فقير رحمته الله عليه بزرگ هو جنهن نماز پڙهائي پوءِ آئون سائين سان مليس ته پاڻ جماعت کان پڇيائين ته اهو مٿو ذڪر ڪنهن ڪرايو جماعتين مون ڏانهن اشارو ڪري چيوته مٿي آواز ۾ اهو ڇوڪرو حاڪم الدين پرٽ پيو ڪري[illegible]ر پاڻ مون کي پاڪر پائي چيائون ته پرٽ ته ڏنگا هوندا آهن پر هي ڇوڪرو ته فقير ٿو ڏسجي، حالانڪ مون کي درگاهه لوڙهي شريف تي ڪير به نه سڃاڻيندوهو وري پاڻ جلدي ۾ فرمايائون ته هي ته مولود به چوندو آهي اسان کي ٻڌائيندو آلائي نه؟ سائين انهن لفظن جيڪي ڪرامت جا لفظ هئا مون تي ڏاڍا اثر اندازٿياءِٻين سيني کان احوال ورتائون، جڏهن منهنجو وارو آيو ته پاڻ فرمايائون ته هن کان ڪهڙا پڇون هي ننڍڙو آهي هن جا حال معلو آهن پوءِ جڏهن آئون درگاهه شريف تي ويندو هوس ته فرمائيندا هئا ته توهان جي حال جي خبر نه آهي ڇا بهرحال جڏهن اسان مغرب جي نماز کان بعد لنگر ڪيوسين اسان کي ڇانهه ڏنائون، پوءِ پاڻ فقير کي چيائون ته هن ڇوڪري حاڪم کي ٻيو ڪوپ ڏي ته من هاٽي مولود ٻڌائي

حالانڪ مون کي سائين ڪڏهن ب ن ڏنو هو ۽ آئون واقعي ب مولود چوندو هوس انهي حقيقت کي علام رومي عليہ الرحمہ هن طرح بيان فرمايو آهي ت:

حال تويڪ يڪ بدانند مويمو زانڪ پرستنند از اسرار هو

يعني الله وارا تنهنجي وار وار جي حال کي ڄاڻندڙ آهن، ڇوت اهي الله تعاليٰ جي ذڪر "هو"سان ڀريل آهن الله تعاليٰ جي پيارن جي نظر نرالي آهي.

## ڪرامت 59: هڪ فقير کي دعا سان نوڪري ملڻ

هڪ دفعي 1973ع ۾ سائين ميرمحمد رحمت الله عليہ وٽ درگاه شريف تي آيس ت سائين فرمايو ت تڪڙ آهي ڇا؟ مون چيو ت ها سائين، منهنجي ڪچي نوڪري آهي ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ وٽ 8 وڳي پهچڻو آهي سائين چيوت ترس نيرن ڪري پوءِ وڃ پوءِ مون نيرن ڪئي عرض ڪيم ت دعا فرمايو نوڪري پڪي ٿي وڃي. پاڻ فرمايائون ت "تون فڪر ن ڪر تنهنجي نوڪري پڪي ٿي وئي" پوءِ آئون سائين کان موڪلائي آفيس ۾ آيس ت ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ ڪاوڙيو وينو هو پڇيائين ت دير ڇو ڪئي اٿئي؟ مون چيوت درگاه شريف تي ويو هئس ت خاموش ٿي ويو پوءِ آئون پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويس پوءِ تقريبن 11 وڳي ٽِليفون آئي نوشهروفيروز کان ت تنهنجو آرڊر پڪو ٿي ويوآهيءِ جلدي پهچي وڃ نوشهروفيروز ۾ ۽ پنهنجو آرڊر ڪٽي وڃ، پوءِ آئون جلدي ويس ۽ آرڊر ڪٽي آيس. نوڪري پڪي ٿي وئي. يعني الله وارن جي دعا سان مون مسڪين جو روزگار کلي ويو ۽ اڄ تائين مون کي ڊيوٽي آهي.

## ڪرامت 60: مريد کي پٽ جي خوشخبري ٻڌائڻ

حاڪم الدين ٻڌايوتہ 1976ع ۾ مون شادي ڪئي ۽ 1978ع ۾ مون کي ڪنهن سبب جي ڪري نوڪري کان لاٿوويو.پوءِ آئون سائين وٽ آيس 1979ع ۾ پوءِ تقريبن گهڻو ايندو هئس موٽرسائيڪل تي، هڪ دفعي سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ ۽ آئون واپس اچون پياسڀين واري بزرگ کان، چوڏهين جي رات هئي، چنڊ جي جڏهن لوڙهي شريف ڏانهن اچڻ لڳاسين ۽ چنڊڻ واري موري ٽپي لوڙهي شريف ڏانهن سڌا ٿياسين تہ سائين فرمايو تہ ٻچا توکي اولاد ڪھڙو آهي مون چيوتہ 1976ع ۾ شادي ڪئي اٿم هاڻي 1979ع آهي پر اولاد ناهي پاڻ فرمايائون تہ ڏاڍوسنئو ٿيو في الحال تہ قرار وٺ ٻچا اسان 4 نڪاح ڪياآهن پر اولاد ڪونہ آهي اگر هن وقت بہ دعا گهران تہ اولاد ٿيندو پراسان دعا گهري آهي تہ يا الله مون کي حسبي اولاد (جيڪو پنهنجواولاد نہ هجي) عطاڪر، نسبي اولاد نہ ڏجانء. پوءِ مون کي دل ۾ خيال ٿيوتہ شايد مون کي بہ اولاد نہ ٿيندو. جڏهن موٽرسائيڪل کي چنن جي ڳوٺ کان لاهي لوڙهي شريف ڏانهن اچڻ لڳاسين تہ پاڻ ٿهڪ ڏئي فرمايائون تہ "ٻچا توکي اولاد ٿيندو پريشان نہ ٿي". جڏهن واپس گهر آيس تہ گهرواريءَ چيوتہ سائين کان دعا گهراءِ تہ اولادتہ الله تعاليٰ اولاد عطا ڪري، پوءِ مون اهوواقعو(جيڪو سائين ٻچا ڪيو)بيان ڪري ٻڌايو مهيني کان بعد گهرواريءَ ٻڌايوتہ مون کي جمل ٿي ويوآهي، هڪ دفعي وري سائين سان گڏجي سڀين واري بزرگ کان واپس اچي رهياهئاسين. 14هين جي رات هئي، جڏهن چنن جي ڳوٺ کان ساڳي پل تي پهتاسين تہ سائين فرمايوتہ "ٻچا توکي اولاد ٿيوآهي؟" مون چيوتہ سائين اڃ کان ڪجھہ مهينا پهريان هن جڳھہ تي توهان ٻچا ڪئي هئي، مون چيوتہ اولاد ڪونهي پر هاڻي گهرواري کي چوٿون مهينوپيٽ(حمل) آهي، پوءِ پاڻ فرمايائون تہ "ٻچا پٽ جو نالو محمد امين رکجان" ۽ پوءِ آئون موري شهر ۾اي.سي جي آفيس ۾

1980ع ۾ هئس ته ٽيليفون آئي ته جلدي گهر پهچي وڃ تنهنجي گهرواريءَ جي طبيعت ٺيڪ ناهي، جڏهن ڳوٺ آيس ته گهڻي تڪليف کان بعد ۾ پٽ ڄائو پوءِ ٻئي ڏينهن صبح جو مٺائي کڻي درگاهه لوڙهي تي آيس ۽ آئون لوڙهي کان ڪجهه پري هئس ته سائين ميرمحمد رحمته الله عليه جماعت سان ويٺا هئا ۽ انهن کي چيائون ته محمد امين جو پيءُ اچي ٿو. جڏهن آئون ويجهو ٿيس ته سائين فرمايو ته "ادا اچي ويو محمد امين؟" مون چيوته هائو سائين. ان کان بعد ۾ مون کي 7 پٽ ڄاوا ۽ هڪ نياڻيءَ آهي.

قلندر هرچه گويد ديد گويد

يعني مرد قلندر جيڪا ڳالهه ڪندو آهي اها ڏسي پوءِ ڪندو آهي.

## ڪرامت 61: مريد کي ڇوڪري جي فوت ٿيڻ جي پرپٽ خبر ٻڌائڻ

فقير حاڪم الدين پرٽ ٻڌايو ته منهنجي گهرواريءَ کي حمل هو آئون سائين وٽ آيس ۽ چيم ته گهرواريءَ کي پيٽ آهي، ان جو نالو ٻڌايو ته پاڻ نه پيا ٻڌائين. ٻئي دفعي چوڻ کان بعد ۾ نالو ٻڌايائون ۽ فرمايائون ته پٽ ڄمندئي، نالو" اياز" رکجانءِ. پوءِ ڪجهه ڏينهن کان بعد ۾ پٽ ڄائو جنهن جونالو ايازرکيم. پوءِ آئون مٺائي کڻي سائين وٽ ويس. ان وقت ظهر جي نماز جو ٽائيم هو. پوءِ اسان ٻپهريءَ جي نماز پڙهي جڏهن سائين سان ملياسين ته پاڻ فرمايائون ته "تون ڳوٺ ويندين؟" مون چيوته سائين جڏهن ٻه ايندو آهيان ڪجهه ڏينهن هتي رهندو آهيان ۽ توهان مون سان گڏ سير سفر ڪندا آهيو. هن دفعي جلدي ڇو ويندس؟ پاڻ فرمايائون ته "تون جلدي وڃ" پوءِ عصر جي نماز جي پڙهي آئون جڏهن ڳوٺ ۾ آيس ته ڏٺم بابا ۽ ٻيا رشته دار منهنجي پٽ اياز جوجنازوکڻي بيٺل هئا پوءِ آئون ٻه جنازي نماز ۾ پهچي ويس. ان ڳالهه کي علامه رومي رحمته الله عليه هڪ شعر ۾ هن طرح بيان ڪيو آهي:

لوح محفوظ است پيش اولياء ازچہ محفوظ است ازخطا

يعني ولين جي اڳيان لوح محفوظ هوندو آهي جيڪو خطا کان محفوظ هوندو آهي.

## ڪرامت 62: دل جو راز ظاهر ڪرڻ

فقير حاڪم ٻڌايو تہ 1980ع ۾ منهنجو موٽرسائيڪل جو ايڪسيڊنٽ ٿيو ۽ ڏاڍا ڌڪ لڳا پوءِ مون رات جو دل ۾ خيال ڪيو تہ اسان نوڪريءَ وارن جي چال چلت ۾ صحيح ناهي پوءِ صبح جو پورٽي شهر ۾ ڊاڪٽر غلام سرور پرٽ کان پٽي ڪرايم. ڊاڪٽر پڇيو تہ هاڻي ڪيڏانهن ويندين؟ مون چيو تہ لوڙهي واري سائين تي ويندس. ڊاڪٽر چيو تہ منهنجي پيءُ محمد حسن کي ڏاڍو شوق آهي. ان کي بہ ڪنيو وڃ، پوءِ مون محمد حسن کي ساڻ ڪٽي تقريبن صبح جو 11 بجہ لوڙهي شريف تي آيس تہ سائين مير محمد رحمتہ الله عليہ اڪيلا چبوتري تي ويٺا هئا ۽ اسانکي ڏسي چيائون تہ جلدي ڪري نفل پڙهي زيارت ڪري اچو آئون توهان لاءِ ويٺو آهيان جڏهن نفل پڙهي سائين سان ملياسين تہ سائين، محمد حسن کي فرمايو تہ "ادا پنهنجو حال ٻڌايو" ادي حاڪم فقير جا حال معلوم آهن. مون دل ۾ چيو تہ اگر سائين مون کان حال احوال پڇي ها تہ آئون اجازت گهران ها تہ آئون نوڪري ڇڏيان ٿو ايتري ۾ سائين حال احوال ورتا محمد حسن کان ۽ مون ڏانهن متوجہ ٿيندي فرمايائون تہ توهان جا حال معلوم ناهن ڇا؟ اگر توکي ٻڌائڻ جوشوق آهي تہ اسان پاڻ ٿا توکي ٻڌايون. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ "ادا حاڪم تون آهين فقير. نوڪري ۽ فقير ڪونہ ٺهندا. پر حديث شريف آهي تہ تارڪ دنيا ٺيڪو ناهي. (يعني دنيا کي ڇڏي جهنگل ۾ ويهڻ) دنيا سان بہ منهن ڏبو ٻچن سان ۽ گهر سان بہ منهن ڏبو. پوءِ الله تعاليٰ جي عبادت بہ ڪرڻي آهي اگر توکي نفس تنگ ٿو ڪري تہ انهيءَ ڪميني کي رُلاءِ.

## ڪرامت 63: لٽ جو اونداهي رات ۾ ليٽڻ

فقير حاڪم الدين ٻڌايو ته سائين چاليهو ڪيندا هئا باقي وارا ماڇي نالي هڪ ڳوٺ ۾. هڪ دفعي مغرب کان بعد ۾ نڪتاسين تمام گهڻي اونداري آئي پاڻ فقير محمد حسن (جنهن کي دايو چوندا هئا) کي چيائون ته "جلدي ۾ لٽ ڪٽي اچ" اڳتي ڪليرين جا ڪتا تنگ ڪندا پر محمد حسن کي لٽ نه لڌي ۽ هڪ اڪ جي ڪاتي ڪٽي آيو سائين کي ڏنائين پوءِ اسان اڳتي آياسين لوڙهي شريف کان ۽ پنواڙي شهر وارو بند وٺي وڃون پيا ته سائين فرمايو ته "ادا گاڏي روڪ لٽ ڪِري پئي" پاڻ روئڻهارڪي انداز ۾ چيائون ته "ادا پلي اڪ جي ڪاتي هجي، پر ڪٽي ته محبوب جي سنت سمجهي آياهئاسين. اگر مون تي موت اچي ها ته قبول ڪريان ها پر محبوب صلی الله علیه وسلم جي سنت نه ڪري ها!" پوءِ گاڏي موٽائي ڳولي سين پر اونده گهڻي هئي ۽ دير به پئي ٿئي ان ڪري سائين چيو ته واپس اچي ڳوليون ٿا. اگر دير ڪنداسين ته سولنگي فقير نماز پڙهي ويندا پوءِ اسين سولنگين جي ڳوٺ ۾ آياسين ته جماعت انتظار ۾ ويٺي هئي سائين آذان چئي مسجد ۾ اندر هليو ويو ۽ محراب ۾ ويهي پٽڪو مبارڪ لاهي روئي دعا گهري رهياهئا. پوءِ پاڻ واپس اچي نماز پڙهايائون. جڏهن فارغ ٿي ٻاهر آياسين ته جماعتين پڇيو ته سائين ڪا مشڪلات آئي آهي ڇا؟ جو توهان متو اگهاڙو ڪري روئي دعا گهري رهيا آهيو؟ پاڻ فرمايائون ته "ٻچا! اگر مونکي موت اچي ها ته قبول ڪريان ها پر مون کان محبوب صلی الله علیه وسلم جي سنت نه ڪِري ها، ان ڪري ڏاڍو ڏک رسيو آهي." بعد ۾ جڏهن ساڳئي رستي تان واپس اچون پيا ته مون کان ڳالهه وسري وئي لٽ جي جڏهن پنواڙي ۽ ڪوٽ غلام شاهه جي وچ ۾ پهتاسين ته اتي رستو تمام خراب هو. مون کي لٽ ياد آئي مون بريڪ هنئي ته پاڻ فرمايائون ته "ڇو بريڪ هنئي؟" مون چيو ته سائين شايد اها لٽ آهي، پاڻ ٽپ ڏئي لهي پيا ۽ لٽ کي ڪٽي چمڻ لڳا مون چيو ته سائين توهان کي ته لٽ

ليي وئي پاڻ فرمايائون تہ ”ادا، منھنجي دعا رب ڪريم ڪڏھن بہ رد نہ ڪئي آهي.“

## ڪرامت 64: هڪ فقير کي سندن خريد ڪيل شئي جو ٻڌائڻ

هڪ فقير مومن ڪلهوڙي ٻڌايو تہ آئون لوڙهي شريف تي رهندو هئس. هڪ ڏينهن آئون ڪنڌيارو ويس ۽ گڏھہ گاڏو ورتم پوءِ گڏھہ گاڏو ڪاهي دريلو شهر جي ٻاهران منھنجو انبن جو باغ آهي اتي ڪاهي آياسين ۽ ٻئي ڏينهن گڏھہ گاڏو باغ تي بيهاري آئون درگاھہ لوڙهي شريف تي ويس. نفل پڙهي مزار تي حاضري ڀري. سائين ميرمحمد رحمتہ الله عليہ سان مليس تہ پاڻ فرمايائون تہ ”ادا گڏھہ گاڏو ورتو اٿئي، ان جي سنڀال رکجو“ حالانڪہ مون سائينءَ کي ڪجھ بہ نہ ٻڌايو هو پر پاڻهي ٻڌايائون.

## ڪرامت 65: پنهنجي وفات جي تاريخ ٻڌائڻ

هڪ فقير پنجل ڪوري(درگاھہ لوڙهي شريف تي رهندوهو)ٻڌائي ٿو تہ آئون سائين ميرمحمد فقير رحمتہ الله عليہ جي زمين ڪاهيندو هئس، جڏهن شام جو ڏاند ڪاهي واپس اچان پيو تہ سائين مرمحمد رحمتہ الله عليہ ٿلهي تي وينهو هو ۽ مونکي سڏ ڪيائون تہ ”پنجل فقير هيڏانهن اچ“ مون ڇيو تہ سائين مون کي هٿ تي ڪُتر ڪرڻي آهي، دير ٿي ويندي، پوءِ پاڻ فرمايائون تہ ”پنجل فقير، تون اڳاري جي ڏينهن وفات ڪندي ۽ صفر مهيني ۾ وفات ڪندين، تو تي ڏاڍو مينهن وسندو“. ائين فرمائي پاڻ ڪِلن پيا، مون ڇيوتہ سائين يوڳ ٽا ڪريو. پاڻ فرمايائون تہ ”تون گذاري ويندين“ حالانڪہ اشارو پاڻ ڏانهن ڪن پيا.

پوءِ پاڻ صفر مهيني جي پهرين تاريخ تي اڱاري جي ڏينهن وفات ڪري ويا, سندن جي وفات واري ڏينهن ايتري ته برسات پئي جو پاڻي روڊن تي بيهجي ويو.

## ڪرامت 66: بغير پئسن جي هڪ فقير کي سفر تي موڪلڻ

محمد امين فقير مڱريو وينل ڳوٺ گجڻ مڱريو(محبت ديرو ڪچو رستو)ٻڌايو ته مون کي پيرن ۾ سوڄ هئي, آئون ننڍڙو هئس, سائين ميرمحمد فقير رحمته الله عليه کي چيم ته سائين منهنجا پير سُڄي ٿا وڃن, مونکي ڪو ڏس ٻڌايو. ته سائين فرمايو ته ”تون لَڪِي(قلندر شهباز رحمته الله عليه درگاهه کان اڳتي هڪ پاڻيءَ جوچشمو آهي)وڃ, “مون چيو ته مون وٽ پيسا ئي ناهن, پاڻ فرمايائون ته ”توکان بسن وارا پئسا ڪونه وٺندا“. پوءِ آئونءِ منهنجو پيءُ گڏ وياسين, رستي ۾ لڪي تائين ڪنهن به پئسا ڪونه ورتا, واپس موٽندي به ڪنهن پئسا ڪونه گهريا, پوءِ موٽي لوڙهي شريف تي آياسين ته سائين فرمايو ته ”هفتو ته رهين ها!جلديءَ ۾ پئي ڏينهن ڇوموٽئين؟

مٿي بيان ڪيل مختصر ڪرامتون جيڪي سائين ميرمحمد لوڙهائي فقير رحمته الله عليه جن جي فقيرن کان وڏي ڪوشش کان بعد ۾ ورتيون ويون ۽ اهي سڀ جو سڀ سائين شهاب الدين قادري مدظله العالي جنءِ سائين جي پراڻن فقيرن جي تصديق کان بعد ئي توهان جي سامهون پيش ڪيون ويون.

### ملفوظاتِ لوڙهائي بزرگان

1: پاڻ فرمائيندا هئا ته جيڪو شخص ڏينهن ۾ هڪ دفعو لاالٰہ الا الله چوندو ته الله تعاليٰ ان شخص تي گهڻو راضي ٿيندو آهي.

2: پاڻ فرمائيندا هئا تہ جيڪوشخص ٽپهري جي نمازڪان بعد ۾ 22 ڀيرا صلوات ۽ 12 ڀيرا قل هو الله احد پڙهندو تہ ان شخص تي رب ڪريم خاص مهرباني فرمائيندو ۽ ان جاگناهہ بخشيندو.

3: پاڻ فرمائيندا هئا تہ جيڪو شخص سنت مطابق ڏاڙهي ڇڏيندو تہ ان جي پرسان عذاب جا ملائڪ نہ لنگهندا ۽ جڏهن مرندو تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم سان گڏ هوندو.

4: پاڻ فرمائينداهئا تہ جيڪو شخص صبح جو سوير سمهي ٿو تہ اهو آيل روزيءَ کي ڌڪي ٿو ۽ ان تان برڪت هٽي ويندي آهي ۽ فجر کان پوءِ سمهڻ گهرجي.

5: پاڻ فرمائيندا هئا تہ جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن مسجد ۾ ماني موڪليندو.جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن مسجد کي ٻهاري ڏيندو ۽ ڏاڙهيءَ کي ڦٽي ڏيندو تہ ان جي تنگدستي ختم ٿي ويندي.

6: پاڻ فرمائيندا هئا تہ نماز قبول ٿيڻ جي نشاني هيءَ آهي تہ هڪ نماز پڙهي ڪم ڪار سان هليووڃي، وري ٻي نماز جي وقت لاءِ مسجد ۾ اچي تہ پڪ سمجهو تہ توهان جي پهرين نماز قبول آهي. هاڻي ٻي نماز لاءِ الله تعاليٰ توهان کي مسجد ۾ گهرايوآهي.

7: هڪ ڀيري پاڻ فقيرن کان پڇيائون تہ ڪيرڪنهن جي گهرنہ ويندو آهي؟ تہ فقيرن چيوتہ دشمن پنهنجي دشمن جي گهر نہ ويندوآهي، پاڻ فرمايائون تہ سڄڻ پنهنجي سڄڻ جي گهر ويندو آهي، توهان جو الله تعاليٰ دشمن آهي ڇا جو ان جي گهر ۾ سڏ ٿا ٿين يعني آذان اچي ٿي پوءِ بہ توهان نماز لاءِ نہ ٿا وڃو.

8: پاڻ فرمائيندا هئا تہ لوڙهي جي معني آهي هٿن، پيرن، زبان، اکين ۽ ڪنن کي ناجائز ڪمن کان روڪي رکڻ.

9: پاڻ فرمائيندا هئا تہ اسانکي هميشہ خوشيءَ جي ڳالهہ ٻڌائيندا ڪريو.

10: پاڻ فرمائيندا هئا تہ اسان توهان کي درگاهہ شريف تي انهيءَ ڪري نماز پڙهائيندا آهيون تہ جيئن قيامت جي ڏينهن توهان جي لاءِ شاهد ٿيئون تہ يا الله هِن تنهنجي ٻانهي نماز پڙهي هئي.

11: پاڻ فرمائيندا هئا تہ جيڪو شخص ڪنهن ولي الله جي زيارت ڪرڻ لاءِ گهران نڪري ٿو تہ ان کي هڪ وِک کڻڻ جي بدلي ۾ نفل جو ثواب ملندو.

12: پاڻ فرمائيندا هئا تہ ولي الله جي منزل هيءَ آهي تہ ٿپهري جي نماز پوري دنيا جي مسجدن ۾ پڙهي تہ پڙهي سگهي ٿو.

پاڻ فرمائيندا هئا تہ نماز جماعت سان ادا ڪريو.

13: پاڻ فرمائيندا هئا تہ هيءَ دنيا پاڻيءَ جي مثل آهي ۽ انسان ٻيڙي جي مثل آهي، اگر پاڻيءَ ۾ ٻيڙي هلندي تہ اها ترندي رهندي پر اگر ٻيڙيءَ ۾ پاڻي پئجي ويو تہ ٻيڙي ٻڏي ويندي, اهڙي طرح اگر انسان جي دل دنيا جي محبت نہ هوندي تہ اهو ڪامياب ٿي ويندو پر اگر انسان جي دل ۾ دنيا جي محبت هوندي تہ اهو قاسي ويندو.

14: پاڻ فرمائيندا هئا تہ مسجدن جو احترام ڪندا ڪريو ۽ پاڻ مسجد ۾ ڪڏهن بہ نہ ڳالهائيندا هئا ۽ ٻين کي بہ سخت منع ڪندا هئا.اڄ تائين لوڙهي شريف تي مسجد شريف ۾ ڳالهائڻ سختيءَ سان منع ڪيل آهي،

15: پاڻ فرمائيندا هئا تہ عالمن سان ضد نہ ڪندا ڪريو ڇوتہ انهن ڪتابن ۾ اهي شيون پڙهيون آهن جيڪي توهانکي معلوم ناهن.

16: پاڻ فرمائيندا هئا تہ جيڪوشخص موت کان ڊڄي ٿو اهو مسلمان ناهي ڇوتہ موت کان ڪافر ڊڄندو آهي مسلمان نہ.

17: پاڻ فرمائيندا هئا تہ فقيرو ڳيرو جڏهن گهوگهو ڇوندو آهي تہ ان ۾ توهان کي نصيحت ڪندو آهي تہ توهان مالڪ سائينءَ جي تعريف ڪريو.

18: پاڻ فرمائيندا هئا تہ مالڪ ڪريم ڪانسوا ڪنهن کان بہ نہ ڊڄجي.

19: مالڪ ڪانسواءِ ڪنهن سان دوستي نہ رکجي
20: مالڪ ڪانسواءِ ڪنهن تي ڀروسو نہ ڪجي.
21: مالڪ ڪانسواءِ ڪنهن ڏانهن نہ ڀانئجي.
22: پاڻ هميشہ قرآن شريف پڙهڻ وقت گوڏا اونڌا ڪري ويهندا هئا ۽ ڪعبتہ الله شريف ڏانهن منهن ڪري پڙهندا هئا. قرآن مجيد پڙهڻ وقت ڪاڏي بہ نہ نهاريندا هئا.
23: پاڻ فرمائيندا هئا تہ جيڪو شخص هرنمازڪان بعد ۾ هڪ دفعو لاالٰہ الاالله چوندو تہ مالڪ سائين ان جي 8 پهرن جا گناهہ معاف فرمائيندو.
24: فرمائيندا هئا تہ جيڪو شخص هرنماز ڪان بعد ۾ 11 دفعا قل هوالله سورت پڙهندو تہ ان لاءِ الله تعاليٰ جنت واجب ڪندو.
25: پاڻ فرمائيندا هئا تہ ادا مسلمان مرندوناهي، هڪ گهر کي ڇڏي ٻئي گهر ڏانهن ويندو آهي.
26: پاڻ فرمائيندا هئا تہ "جن ادب تن نصيب" جنهن کي ادب هوندو ان کي ڪاميابي نصيب ٿيندي
27: هڪ دفعي ڪي مولودي آيا ۽ پاڻ ۾ چوڻ لڳا تہ علم ري الله ڪڏهن ملندو ڪينڪي، سائين فرمايو تہ ادا ادب ريءَ الله ڪڏهن ملندو ڪينڪي، ڇوتہ علم تہ شيطان کي بہ هو پر هو تڙجي ويو.
28: پاڻ فرمائيندا هئاتہ جنهن جي دل ۾ خدا جو خوف هوندو اهو گناهہ جا ڪم نہ ڪندو.
29: پاڻ فرمائيندا هئا تہ ٻچا ثواب بہ هڪ آهي گناهہ بہ هڪ آهي ۽ مقصد بہ هڪ آهي ثواب آهي، خدا کي ياد ڪرڻ، گناهہ آهي الله تعاليٰ کي وسارڻ، مقصد آهي الله تعاليٰ جو راضي هجڻ.
30: پاڻ فرمائينداهئا تہ اسان تن شين جو دوڪان رکيو آهي.
1: قرآن مجيد جي تلاوت.
2: نماز پڙهڻ
3: ذڪر ڪرڻ.

31: پاڻ فرمائيندا هئا تہ "چريا ڪريا بہ پنهنجا چڱا".

32: پاڻ فرمائيندا هئا تہ جڏهن بہ قبرستان ڪان گذرو تہ انهن ڪي ختم شريف ضرور بخشيندا ڪريو.

33: پاڻ هميشہ هيءَ دعا گهرندا هئا:

"منهنجا مٺڙا مالڪ، ڏي تون اسان ڪي پنهنجي ڪريمي شان تي، اسان ڪي گهرڻ نہ ٿو اچي، رحم ڪر پنهنجي شان تي."

34: پاڻ فرمائيندا هئا تہ نماز ڪهڙي بہ هجي جهنم جي باهہ ڪي وسائيندي

## ذڪر جا طريقا

حضرت سائين ميرمحمد رح جن فرمايو تہ ذڪر جا 4 طريقا آهن. نقشبندي، قادري چشتي، سهروردي پر وڏو قرب نقشبنديءَ قادري سان آهي.

پاڻ فرمايائون تہ جڏهن پاڻ ۾ گڏجي ذڪر ڪريو تہ ذڪر ڪرائيندڙ جو آواز بلند هجي، ان ڪان وڏو آواز نہ ڪيو ان ڪان اڳ ۾ تڪڙ بہ نہ ڪريو ذڪر ٺاهي ڪريو.

## تڪڙو فيض

هڪ فقير حاجي ميرمحمد رح وٽ آيو ءِ عرض ڪيائين تہ مون ڪي تڪڙو فيض ڏيو پاڻ فرمايائون تہ ٽاري لاهڻ وقت وڻ جا ڪنڊا وغيره وڻبا آهن پوءِ ٽاري لاهبي آهي، هتي بہ جهت. آهن شريعت جي خلاف ڳالهيون پهريان اهي ختم ڪريو پوءِ فيض ايندو.

## غربت ڪان نجات

هڪ شخص عرض ڪيو تہ قبلہ گهر ۾ جهيڙو آهي ءِ پوري بہ نہ ٿي پوي ، پاڻ فرمايائون تہ مسجد جون نڪون (تڏا) ڇنڊ، بسم الله ءِ الله الصمد پڙهہ. پاڻ غربت لاءِ هميشہ اهو ئي فرمائيندا هئا.

## اولياءَ الله

پاڻ فرمايائون تہ الله جاڻانها اهڙا بہ آهن جيڪي وينا فرش تي آهن پر عرض تا ڏسن، پاڻ هڪ دفعي هٿ جي تري سڌي ڪري فرمايائون تہ الله جاڻانها اهڙا بہ آهن جيڪي هيئن زمين اونڌي بہ ڪري سگهن ٿا پر صبر ۾ وينا آهن.

## بيماري، سزا ۽ رضا

پاڻ فرمايائون تہ هڪ بيماري آهي سزا ۽ ٻي آهي رضا، سزا واري بيماري اها آهي جنهن ۾ ٻانهو رب کي ياد نہ ٿو ڪري ۽ رضا واري بيماري اها آهي جنهن ۾ ٻانهو رب کي ياد ڪري ٿو.

## لوڻ ڪٽا

هڪ شخص عرض ڪيو تہ روزي جي ڳڻتي آهي پاڻ فرمايائون تہ ڏمرجي تہ بہ ڏيندو جي راضي آهي تہ بہ ڏيندو. جي لوڻ ڪٽا گهرجن تہ رب ڪريم کان گهرو.

## محبوب جو ملڪ

پاڻ حج کان واپس آيا تہ ڪنهن شخص پڇيو تہ اتان جاماڻهو ڪيئن هئا؟ پاڻ فرمايائون تہ ڪي غوث هئا تہ ڪي قطب هئا.

## ڳولهڻ

پاڻ فرمائيندا هئا تہ جي پائي ڪِري پوي تہ بہ ڳولجي ايتري قدر جو جسم مان پگهر نڪري پوي

## طمع، منع، جمع

حضرت حاجي دلمراد فقير رح فرمايو تہ فقير ۾ 3 ڳالهيون نہ هجن، 1 طمع، ڪنهن بہ شخص ۾ لالچ نہ رکڻ گهرجي جيڪڏهن

ڪنهن سان بہ ڀلائي ڪجي تي تہ اهو بہ الله جي رضامندي جي لاءِ ڪري، منع مطلب تہ جيڪوبہ شخص فقير کي خيرخيرات ڏئي تو تہ ان کان منع نہ ڪرڻ گهرجي، 3 فرمائيندا هئا تہ جيڪي ڪجهہ بہ فقير وٽ هجي تہ ان کي خرچ ڪرڻ گهرجي، گهروارن محتاجن مسڪينن وغيره تي.

## قيامت ۾ ذڪر ڪرڻ

حاجي دلمراد فقير رح فرمائيندا هئا تہ قيامت ۾ اسان جي جماعت لاالہ جو ذڪر ڪندي اٿندي

## دنيا جو نڪرڻ:

حضرت دلمراد فقير رح پاڻ ڏرو (ڪڏو) ڪٽي رهياهئا تہ اتان هيراجواهر نڪرڻ لڳا تہ پاڻ ٻئي فقير کي سڏ ڪري چيائون تہ ڏرو ڪڻ ، جڏهن ان فقير ڏرو کنيو تہ دنيا نہ نڪتي، تہ پاڻ فرمايائون تہ هاڻي نڪر تہ جوان پڇئي!

## عالم

هڪ دفعي مولوي ڪريم بخش رح لوڙهي شريف تي آيو تہ حاجي دلمراد فقير رح نماز پڙهي، مسجد کان ٻاهر نڪري رهياهئا تہ مولوي صاحب سندن سان گڏ هو سائين دلمراد فقير جن وڏي عمر جا هئا، ان ڪري مولوي صاحب جي ڪلهي تي ٽيڪ ڏئي ڏاڪي تان هيٺ لهڻ لڳا، ۽ فرمايائون تہ مولوي صاحب الله تعاليٰ فرمايوآهي تہ اياڪ نعبد واياڪ نستعين يعني تنهنجي عبادت ڪريون ٿا ۽ توکان ئي مدد وٺون ٿا، مون توهان جي ڪلهي تي ٽيڪ ڏني آهي اهو ڏوهہ تہ ناهي، مولوي صاحب چيوتہ قبلہ حضور صلي الله عليہ وسلم جن بہ آخري ڏهاڙن ۾ بہ ٻن صحابن حضرت علي ۽ حضرت فضل رضي الله

عنهما جن جي ڪلهن تي ٽيڪ ڏئي نماز تي ايندا هئا. پاڻ حاجي دلمراد اها ڳالهه ٻڌي روئي ڏنو ۽ فرمايائون تہ جنهن ڳالهه ڪي اسان ڏوهہ پيا سمجهون. عالم ان کي سنت ڪري ڏنو. جي عالم نہ هجن ها تہ اسان جو حال ڪهڙو ٿئي ها.

## فرشتن جهڙي جماعت

هڪ شخص عرض ڪيو قبلہ اسان جي جماعت ٿوري آهي ۽ ٻيون جماعتون گهڻيون آهن پاڻ فرمايائون تہ اسان جي جماعت فرشتن جي جماعت جهڙي آهي ٿوري جو ٿوري آهي.

## رب ريجهائڻ

حضرت ميرمحمد رح جن فرمايو تہ ادا پنهنجي رب کان ائين گهرو جيئن معصوم ٻار پنهنجي جيجل ماءَ کان گهرندو آهي پهريان کاڌي گهرندو آهي تہ ماءَ ان کي اهاڃي نہ ڏيندي آهي پوءِ ٻار روئندو رڙيون ڪندو آهي پوءِ والده اهاڃي بہ ڏينديس، ٻي شيءِ بہ ڏينديس ۽ پرچائينديس ۽ ڳوڙها بہ پاڻ اگهنديس، ٻانها بہ الله تعاليٰ کان ٻار وانگر روئي رڙيون ڪري گهرن تہ الله تعاليٰ انهن کي ايترو ڏيندو جو وٽي وٽي ٽڪجي پوندو.

## تڪبيراوليٰ

پاڻ فرمايائون تہ 7 طبق زمين ۽ 7 طبق آسمان جا تورجن تہ بہ تڪبيراوليٰ جي برابر ناهن.

## نفل پڙهائڻ

پاڻ فرمايائون تہ ادا اسان وٽ جڏهن بہ اچو تہ پهريان نفل پڙهو جيئن اسان اوهان لاءِ شاهد بڻجون تہ توهان سجدو پنهنجي رب ڪريم کي ڪيو آهي.

## فرض پڙهو

پاڻ هڪ دفعي سڪندر علي جتوئي کي پيغام ڏنائون ته منهنجي يار حسن علي جتوئي کي چئجان ته فرض نماز ضرور پڙهي.

## مستحب

پاڻ فرمائيندا هئا ته اسان وٽ مستحب به فرض جهڙو آهي يعني مستحب کي نه ڇڏيندا هئا ان تي عمل ڪندا هئا.

## گاڏين ۾ نالا پاڪ

پاڻ فرمايائون ته قرآن ڪريم جا پاڪ نالا گاڏين ۾ نه هڻو. اهو ڏوهه آهي. پهريان ايئن نه هوندو هو جيڪو انهن گاڏين ۾ چڙهيو ان بي ادبي ڪئي.

## ڏاڙهي رکرائڻ

هڪ شخص آيو ۽ عرض ڪيائين ته قبله ڏاڙهي جنت ۾ ته نه هوندي، پوءِ هتي ڇو رکون. پاڻ فرمايائون ته ريل گاڏي لاءِ ٽڪيٽ وٺندو آهين، جڏهن منزل تي پهچي ويندو آهين ته پوءِ اها واپس ڪري ڇڏيندو آهين گيٽ واري کي، ڏاڙهي رکرائڻ به جنت لاءِ ٽڪيٽ آهي پوءِ پلي واپس ٿي وڃي هتي ته رک.

## ڦٽي جدا ڪرڻ

پاڻ فرمايائون ته هڪ ٻئي کي ڦٽي نه ڏيندا ڪريو ان جي ڪري نفرت ٿيندي آهي ان ڪري ڪنگو جدا رکندا ڪريو.

## مسجد ۾ ڳالهائڻ

پاڻ فرمائيندا هئا ته مسجد ۾ اصل نه ڳالهائيندا ڪريو عمل ختم ٿي ويندا، جيئن باهه ڪاٺين کي ساڙيندي آهي عمل به ايئن سڙي ويندا، پاڻ سختيءَ سان منع ڪيائون.

## ڏاڳو پڙهڻ

هڪ دفعي هڪ شخص عرض ڪيو ته هي ڏاڳو پڙهي ڳنڍيون ڏئي ڏيو پاڻ فرمايائون ته ڳنڍ مان نه ڏيندس، تون ڏئين ته پلي ڏئي.

## يسين شريف پڙهڻ

هڪ شخص عرض ڪيو ڪهڙو وظيفو تهجد نماز کان بعد ۾ پڙهان، پاڻ فرمايائون ته يسين شريف پڙهندو ڪر، 24 ڪلاڪن ۾ 7 دفعا ضرور يسين شريف پڙهندا ڪريو.

## ولي جي اولاد جو ادب

فقير محمد يوسف چنه ٻڌايو ته سائين ميرمحمد رح جن هڪ دفعي هي ڳالهه ٻڌائي ته هڪ درويش هو جنهن وٽ فقير لنگر جو ڪم ڪرائيندو هوپر اهو درويش ڪنهن به ننڍي ڏاڙهي واري کي (ڪتيل يا ڪوڙيل) لنگر جو ڪم نه ڪرائيندو هو هڪ دفعي اهو درويش ويٺو هو ته هڪ شخص گهوڙي تي چڙهي آيو ڏاڙهي به ڪتيل هيس درويش کان سوال ڪيائين ته منهنجي گهوڙي تي خرجين آهي، هڪ پاسو هڪ جنس سان ۽ٻيوپاسو ٻي جنس سان ڀري ڏئي، ۽ ڪجهه نشي پتي لاءِ ڏوڪڙ به ڏئي پاڻ ان شخص کي سڄي خرجين سامان سان ڀري ڏنائون ۽ ڪجهه پئسا به ڏنائون ۽ اهو فقيرن ڏٺو آهي جڏهن اهو شخص هليو ويو ته فقير ڪاوڙيا ته توهان ننڍي ڏاڙهي واري کان ڪم نه ڪرائيندا آهيو هاڻي هن کي سامان ۽ پئسه ڇو ڏنو پاڻ فرمايو ته توهان آسمان ڏانهن نهاريو جيئن ئي فقيرن مٿي ڏٺو ته هڪ اڇي ڏاڙهي سان نوراني لباس ۾ بزرگ ڏسڻ ۾ آيو پاڻ فرمايائون ته هي بزرگ خواجه معين الدين چشتي رح آهي، اهو گهوڙي وارو شخص ان جي اولاد مان آهي، مون انهي بزرگ کي ڏٺو ان ڪري ان کي سامان وغيره ڏنم.

## حافظ کي نصيحت

هڪ حافظ سائين جن وٽ آيو پاڻ ان کي فرمايائون ته شريعت جي پابندي ڪيو دستار پٽڪو ٻڌو ڏاڙهي 4 آڱر رکو پوءِ پاڻ ان جي ڪاڏي کان هيٺ 4 آڱر رکي ان کي سمجهايائون، وري سڄي ڳل جي طرف وري ڪپي ڳل جي طرف 4 آڱريون رکي ان کي سمجهايائون.

### آذان ۽ نماز

پاڻ فرمائيندا هئا ته ٻچا جتي به وڃو جهڙي به حال ۾ هجو ٻانگ صلوات توهان سان گڏ هجي.

## يارسول الله صلي الله عليه وسلم چوڻ

هڪ شخص سائين ميرمحمد رح وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين ته قبله اسان جي مسجد ۾ هڪ ملو ساماٽو آهي. اهو چوي ٿو ته توهان يارسول الله صلي الله عليه وسلم نه چئو توهان مشرڪ آهيو اگر اسان نماز پڙهون ٿا ته اسان جي پيش امام جي اڳيان مصلو رکي نماز پڙهي ٿو پيش امام صورت فاتحه پڙهي ٿو اهو مولوي به ڏاڍيان الحمد شريف پڙهي ٿو ۽ چوي ٿو پيرن تي نه وڃو لوڙهي شريف تي به نه وڃي سائين منڙي فرمايو ته هن جي چوڻ تي (مطلب ته ان جي چوڻ سان ڪجهه به نه ٿيندو) وري چوڻ لڳو ته اسان سان جهيڙو ڪري ٿو سائين جن فرمايو ته ٻچا تون پنهنجي رب کي پيو راضي ڪري سائين جن مرڪي فرمائو ته ڪڙو ڏي اندر بند ڪري ڇڏيوس، وري فرماين ته ايئن نه ڪجو انهي سبق کي پٺائي صاحب رح هن طرح فرمايو آهي.

هو چوڻي، تون م چئو واتان ورائي،
اگ اڳرائي جو ڪري خطا سو ڪائي
انهي منجهه آهي، ڪاوڻهي ڳالهه اسرار جي

## مصيبت جوعلاج

هڪ شخص حيدرآباد کان آيو ۽ عرض ڪيائين ته قبله مون کي تڪليفون ۽ مصيبتون وڪوڙي ويون آهن کهڙيون بيان ڪري کهڙيون بيان ڪريان. پاڻ فرمايون ته ڪير آهيو چيائين ته انصاري آهيان پاڻ فرمايائون ته نماز پڙهه. بسم الله جي تسبيح پڙهه. الله الصمد جي تسبيح پڙهه ۽ مسجد جون نکون چنڊيندو ڪر.

## جمعه نماز

6.10.1995ع سڪندر جتوئي درگاهه شريف تي آيو ته اج سائين منڙو عمل جي ڳالهه ٻڌائي پوءِ جڏهن سائين جمعي جي نماز پڙهائي ختم ڪئي ته مسجد جي محراب ۾ ويٺي ئي اولهه طرف منهن مبارڪ ڪندي عهد نامون پڙهيائون ۽ دستارمبارڪ لاهي دعاگهريائون پوءِ سائين ميرمحمد رح فرمايو ته جيڪو شخص هرنماز کان بعد ۾ 11 دفعا قل هو الله پڙهي ٿو ته الله ان ٻانهي لاءِ جنت واجب ڪري ڇڏي ٿو.

## عصر نماز

پاڻ فرمايائون ته ٽيهري نماز کان بعد ۾ 22 دفعا صلوات شريف ۽ 12 دفعا قل هو الله شريف پڙهي

## جنت

وري فرمايائون ته جيڪو شخص 11 دفعا درود شريف ۽ 12 دفعاقل هو الله شريف پڙهي ۽ 11 دفعا صلوات شريف پڙهي صلي الله عليڪ يارسول الله پڙهي، اهو عمدو وظيفو آهي صلوات به آهي درود به آهي سڀ ڪجهه اهو ئي آهي، پاڻ فرمايائون ته جيڪو ان تي پابندي ڪندو اهو تيستائين نه مرندو جيستائين جنت ۾ ان جون نعمتون نه ڏسندو، وري فرمايائون ته جڏهن ان تي موت جو وقت اچي ٿو ته اهو

روئندو ۽ چوندو تہ مون تہ جنت نہ ڏٺي ۽ هاڻي ملڪ الموت بہ اچي ويٺو آهي، وري اهو ٻانهو ڪلڻ لڳندو ۽ چوندو تہ جيڪو حضور جن فرمايو آهي اهو سچ آهي مان پهريان جنت نہ پيو ڏسان ان ڪري روئان پيو هاڻي ان ڪري کلان ٿو جو مان جنت، غلمان ۽ حورون ڏسان ٿو پاڻ فرمايائون تہ حضور جن ان ڪي هٿ هٿ ۾ ڏئي ڪچهري ڪندي جنت ۾ وٺي ويندا، هتي سائين ميرمحمد رح پنهنجا هٿ پاڻ ۾ ملائي فرمايو تہ جيئن 2 ماڻهو پاڻ ۾ هٿ هٿ ۾ ڏئي ملندا آهن سائين هڪ هٿ ٻئي هٿ جي مٿان رکي فرمايايوتہ هيئن حضور صلي الله عليہ وسلم هٿ هٿ ۾ڏئي جنت ۾ ڏئي وٺي ويندا.

## سورة ڪهف

پاڻ فرمايائون تہ جيڪو شخص جمعي ڏينهن سوره ڪهف پڙهندو اهو گناهن کان ايئن پاڪ ٿي ويندو جيئن ماءُ جي پيٽان ٻار ڄمندو آهي.

## سورة دخان

پاڻ فرمايائون تہ جمعي جي رات سوره دخان پڙهو تہ زمين آسمان جيتريون برايون بخشجي وينديون.

## تهجد

پاڻ فرمايائون تہ تهجد نماز جو وقت آڌيءَ رات کان وٺي پرهہ ڦٽي تائين آهي، جيڪو شخص تهجد پڙهي ٿو تہ الله تعاليٰ پنهنجي نوراني رحمت واري هٿن سان ڏئي ٿو جيڪو گهري ٿو الله ان ڪي ڏئي ٿو پاڻ پنهنجي ٻنهي هٿن سان ڏيڻ جو اشارو ڪيائون، وري فرمايائون جيڪو شخص فجر جي فرض کان بعد ۾ ان جاءِ تيَ ويهي اشراق جا 4 نفل پڙهي تہ الله تعاليٰ ان ڪي مقبول حج ۽ مقبول عمري جو ثواب عطا

فرمائيندو ۽ ان جي سڄي ڏينهن جاڪم پاڻ پورا ڪندو جو ان ٻانهي کي خبربہ نہ هوندي.

## جمعي جي رات

پاڻ فرمايائون تہ 2 رڪعت نفل واسطي ادائگي حقوق الوالدين جي پڙهو الحمد شريف کان بعد ۾ هڪ ڀيرو آيت الڪرسي 5 ڀيرا قل هوالله شريف، 5 ڀيرا سورة الفلق، 5 ڀيرا سورة الناس پڙهو ۽ ان جو ثواب والدين ۽ ساري اهل اسلام کي بخشو وري فرمايائون تہ 4 رڪعتون نفل 2 2 رڪعتون ڪري پڙهو الحمد شريف کان پوءِ ربنا آتنا في الدنيا حسنة وفي الآخرة حسنة وقناعذاب النار 7 دفعا پڙهو.

## نماز جو حڪم

پاڻ فرمايائون تہ ماڻهن کي نماز جو حڪم ڪندا ڪيو پر منڍي زبان سان ڇوتہ الله تعالي بہ توهان کي منڍي زبان سان مو من ڪري سڏيو آهي.

## قضا نماز نہ ڇڏيو

پاڻ فرمائيندا هئا تہ قضا نماز نہ ڇڏجي عيوض ڇڏجي ڇوتہ قضا ڇوڻ سان ٻانهو پاڻ تي جرم ثابت ڪري ٿو پر جڏهن عيوض پڙهي ٿو تہ الله تعاليٰ خوش ٿئي ٿو تہ وري بہ نماز تہ پڙهي ٿو.

## فضول خرچي

هڪ شخص عرض ڪيو تہ دعا ڪيو روزگار ۾ برڪت نہ ٿي پوي، فرمايائون تہ حلال مان ڪائو فضول خرچي نہ ڪريو.نہ تہ مومن مان ڦري شيطان تي پوندو.

## رزق

هڪ شخص عرض ڪيو قبلہ روزي جي تنگي آهي پاڻ فرمايائون تہ تون ڪائڻ وارو ڳڻتي نہ ڪر، ڏيڻ واري کي ڳڻتي ناهي تون تہ ڪائڻ وارو آهين.

## ڏاڙهي رکرائڻ

پاڻ ڏاڙهي رکرائڻ جو سخت تاڪيد ڪنداهئا ۽ فرمائيندا هئا تہ ڏاڙهي جنت جي ٽڪيٽ آهي حضور صلي الله عليه وسلم جن جو باغ آهي ان کان سواءِ عمل کهڙو؟

## تلاوت

پاڻ فرمائيندا هئا تہ نماز پڙهو روزا رکو تلاوت ضرور ڪيو پوءِ يلي هڪ سورت پڙهو پر تلاوت ضرور ڪندا رهو.

## شادي لاءِ

پاڻ فرمائيندا هئا تہ "لکيا 50 هزار سال اڳ ملکجي ويا. اگر رشتو ٽيٽوهوندو تہ ٽي ويندو."

## دستار

پاڻ فرمائيندا هئا تہ دستاربڌي نماز پڙهو 70نمازون جو ثواب ملندو.

## ٽي ڳالهيون

پاڻ فرمائيندا هئا تہ انسان 3 ڳالهين لاءِ پيدا ڪيوويو آهي.1.نماز پڙهڻ. 2. قرآن ڪريم پڙهڻ. 3. حلال حرام سڃاڻڻ

## هٿ ملائڻ

پاڻ فرمائيندا هئا تہ جڏهن بہ مومن پاڻ ۾ هٿ ملائين ٿا انهن جي والدين جاگناهہ ختم ٿي وڃن ٿا.

## پهريان نماز

هڪ شخص عرض ڪيو تہ ماڻهون چون ٿا تہ سئيون (انجڪيشنون) اڳ ۾ هڻ پوءِ نماز پاڻ فرمايائون تہ اڳ ۾ فرض نمازءِ تڪبيراولي ءِ فرض ڪفايہ جنازو پڙهو ءِ انهن ڪي چئوتہ منهنجي روزي انجيڪشن هڻڻ تي ناهي.

## رمضان شريف جي تياري

پاڻ فرمايائون تہ رمضان اچڻ کان پهريان شعبان ۾ جيڪي بہ روزي ڪائو ان ۾ رمضان جي نيت ڪري ڪائو تہ الله اڻ ڪٿ روزي عطا فرمائيندو. وري شوال جي پهرين رات عيد جي رات 2 دفعا سورة فتح پڙهو تہ مالڪ سائين ان ڪي پنهنجي شان جيترو عطا ڪندو.

ڪي ويجهائي ڏور ڪي ڏور بہ اوڏا سپرين

پاڻ هي بيت پڙهي فرمايائون تہ ڪي ويجها بہ پري آهن جن ڪي محبت ناهي، پر محبت وارا ڪيترو بہ پري هجن انهن ڪي محبت آهي ان ڪري اهي ويجها آهن. فرمايائون تہ جڏهن اسان ڏي ڪوسلام موڪلي تہ ان ڪي جماعت جاسلام چئو تہ جماعت سلام چوندي هئي.

## جمعي جي نماز

پاڻ فرمايائون تہ جيڪوشخص الله جي رضا لاءِ نماز جمع پڙهڻ اچي ٿو تہ ان ڪي هڪ هڪ وک تي مقبول حج جو ثواب ملي ٿو ڪن روايتن ۾ هڪ هڪ نفل جو ثواب ملي ٿو.

## گنهگار چوڻ

هڪ شخص عرض ڪيو ته مون گنهگار لاءِ دعا گهرو. فرمايائون ته ماڻهن جي سامهون گنهگار نه چئو هڪ گناهه ڪري پيو اقرار ڪري پيٽو گناهه. رب کان دعا گهرو پوءِ رب ڄاڻي ۽ اهو ڄاڻو.

## مسجد جي صفائي

پاڻ فرمايائون ته مسجد ٺهرايو مسجد ٺهرائڻ هڪ طرف پي سڄي دنيا جي ڪمائي هڪ طرف پاڻ فرمايائون ته جيڪو مسجد صاف ڪري ٿو اهو ڄڻ الله جي عرش جي ڪنگرن کي صاف ڪري ٿو.

## مرشد جو حڪم

پاڻ فرمايائون ته جيڪو مرشد ڏسي ان تي عمل ڪري، مرشد کان سواءِ ٻئي ڏانهن ڏسڻ ڪان انڌا ٿيو.

## نماز

1 ڏندڻ ڏيڻ 2 وضو ڪرڻ 3. پٽڪو ٻڌڻ 4. مسجد ۾ جماعت سان ادا ڪرڻ

پاڻ فرمايائون ته ڏندڻ ڏيڻ جي عيوض 70نمازن جو ثواب ملندس، پٽڪو ٻڌي ته 70 نمازن جو ثواب ملندس، انتظار ڪيائين ته 70 نمازن جو ثواب ملندس، جماعت سان نماز پڙهي ته 70 نماز جو ڪل 280 ٿيا، اگر اڳ ۾ ڪجهه رهيل هوندس ته ثواب گڏي ملندس، جيئن دوڪاندار بچت جو حساب ڪندو آهي توهان به اهڙي طرح نماز جا حساب ڪريو.

## تڪليف جو حل

هڪ شخص عرض ڪيو تہ مون کي تڪليف آهي ۽ منهنجو ڪم بہ آهي پاڻ فرمايائون تہ 100 ڀيرا الحمدُ شريف پڙهي گهر ۾ دعا گهرو تہ تڪليف ختم ٿي ويندي.

## نالا رکڻ

هڪ شخص عرض ڪيو تہ منهنجي گهرواري کي 2 جاڙا پٽ ڄاوا آهن انهن جانالا ٻڌايوفرمايائون تہ هڪ جو محمد امين ۽ ٻئي جو محمد سليم رکجان.

## امام الدين

هڪ شخص سندن وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ اولاد ٿئي، فرمايائون تہ امامن جي مهيني ۾ پٽ ڄمندئي تہ ان جو نالو بہ امام الدين رکجان. ان کي پٽ ڄائو محرم شريف ۾ ان جو نالو امام الدين رکيائين.

## صدقو

ڪي شخص سائين ميرمحمد کي عرض ڪندا هئا تہ اسان کي مصيبت آهي، بيماري آهي، ڪجھ ٻڌايو. پاڻ فرمائيندا هئا تہ صدقو ڏيو جيترا بہ گهر ۾ پاتي آهيو ۽ جانور آهن. هر هڪ جي عيوض 5 ڏوڪڙ ڪيو. سڀ جوڙ ڪري انهن جو متو پت رڌي ننڍڙن ٻارن کي کارايو. انشاءَ الله هرمصيبت ۽ بيماري ختم ٿي ويندي، فرمايائون تہ اهي ٻارڙا چُتو چُتو ڪن، پوءِ ان بيمار کي ٿورڙو پاڻي هڻن.

## والدين کان دعا گهرائڻ

هڪ شخص سائين ميرمحمدرح کي عرض ڪيو تہ قبلہ منهنجي لاءِ دعا گهرو. فرمايائون تہ "حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن هڪ شخص کي فرمايو تہ والدين کان دعا گهرايو اها قبول پوندي" ان فقيرعرض ڪيو تہ سائين

منهنجا والدين فوت ٿي ويا آهن. فرمايائون ته انهن جي قبرن تي وڃي دعا گهرو. ان فقير چيو ته مون کي قبرون معلوم ناهن. پاڻ 3 ليکا ڪڍيائون اتر ۽ ڏکڻ طرف. فرمايائون ته اولهه طرف ويهي دعا گهر ته قبول پوندي. پاڻ فرمائيندا هئا ته جيڪڏهن اولاد صالح آهي ته ان جي والدين لاءِ وڏا درجا آهن جيڪڏهن اولاد صالح ناهي ته انهن لاءِ دعا گهرندا ڪريو ته اوهان کي به صالح اولاد جي والدين جهڙا درجا ملندا. پاڻ فرمائيندا هئا ته والدين جي قبر تي روزانو وڃجي،يا جمعي تي وڃجي يا عيد رات ضرور وڃجي.

## ٻين لاءِ دعاگهرڻ

پاڻ فرمايائون ته قيامت ڏينهن الله مومن ٻانهي کي جيڪي ڏاج ڏيندو انهن کي ڏسي نفس پريشان ٿيندو. ته هي عمل مون ڪيا ته ناهن ڇالاءِ ٿامِلن. نفس هتي به پريشان آهي. الله فرمائيندو ته تو جيڪي ٻين مومنن لاءِ دعا گهريون آهن هي انهن جي ڪري عطاڪيون آهن.

## بيماري

هڪ شخص عرض ڪيو ته مون کي بيماري تي آهي. فرمايائون ته الله مومن ٻانهي کي سهڻو بڻائڻ چاهي ٿو. جيئن ماءُ جيجل پنهنجي ٻچي کي آڌي سهڻو بڻائيندي آهي. ايئن الله به بيماري ذريعي پنهنجي ٻانهي کي سهڻو بڻائي ٿو ته جيئن توبه ڪري ٻانهو گناهن کان پاڪ ٿي وڃي.

## مرشد کي چنبڙو

پاڻ فرمايائون ته مرشد جي دامن ۾ چنبڙي وڃو مضبوطيءَ سان جيئن ٽُرهي (ڪک وغيره) کي پاڻي ۾ چنبڙيو آهي ترهي مان هٿ نڪري ويندا ته ٻڏڻ لڳندو اگر ڪنهن آفيسر ۾ ڪم هوندوآهي ته

دنيا ۾ ان كي آفيس ۾ ڳولبو آهي ان جي پڇا ڪبي آهي، اهڙي طرح قيامت جي ڏينهن بہ مريد پنهنجي مرشد جي ڳولا ڪندو پوءِ ملائڪ ان کي وٺي مرشد وٽ ايندا. مريد ان ڪي چنبڙي پوندو ۽ ان جي دامن مضبوط جهليندو. مريد جا هٿ مرشد جي دامن ۾ هوندا. مرشد جا هٿ حضور صلي الله عليه وسلم جي دامن ۾ هوندا. اهڙي طرح تار ڳنڍيل هوندي ائين مرشد پنهنجي مريد کي جنت ۾ وٺي ويندو جيئن ٽُرهو تاري پار پهچائيندو آهي.

## حافظ کي وظيفو

هڪ حافظ سنڌن کان وظيفو گهريو. پاڻ فرمايائون تہ روز 5 سيپاره قرآن پاڪ جا پڙهندو ڪر 7 ڀيرا يسين شريف پڙهندو ڪر، 100 دفعا رب زدني علما پڙهندو ڪر. شاگردن کي بہ پڙهايو. پانهڙي کي الله پاڻ تو ريجهائي ڪنهن مهل ڪلائي تہ ڪنهن مهل روئاري ٿو اگر هڪ حال تي رکي تہ انسان ڦاٽي پوي

## قرآن شريف پڙهائڻ

فرمايائون تہ قرآن شريف پڙهائڻ وارو هڪ هنڌ ڄمي ويهي. ڪيڏانهن نہ وڃي. پاڻ نقل ڪٿي ٻڌائيندا هئا تہ هڪ دفعي حضور صلي الله عليه وسلم جن کي اصحابي سڳوري عرض ڪيو تہ مون کي مبارڪ ڏيو پاڻ صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ مبارڪ اٿئي. عرض ڪيائين تہ پڇو تہ ڇاجي مبارڪ؟ سنڌن کي تہ معلوم هو پر وري بہ پڇيائون. صحابي عرض ڪيو تہ 500 اٺ مال غنيمت جا هڪ مهل خيرات جا ڏئي آيو آهيان تہ حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ مون سمجهيو تہ تون ڪنهن کي قرآن شريف جو سبق ڏئي آيو آهين. قرآن جو سبق ڏيڻ وڏي ڳالهہ آهي. اتي سائين روئي ڏنو.

## ننڊ مان نہ اٿاري

پاڻ رحمة الله عليہ فرمائيندا هئا تہ اصحابہ سڳورا جڏهن ڪنهن ننڊ واري ماڻهو پرسان گذرندا هئا تہ آهستہ هلندا هئا تہ متان ڪو ڪڙڪو ٿئي ۽ ننڊ مان ڪو اٿي پوي.

## درود تاج

هڪ شخص عرض ڪيو تہ 41 دفعا درود تاج پڙهندو آهيان تہ جيئن حضور صلي الله عليه وسلم جن جي زيارت ٿئي. پاڻ فرمايائون تہ درود شريف بغير مطلب ۽ لالچ جي پڙهجي.

## دشمنن ڪي بہ دعا ڏجي

پاڻ فرمايائون تہ دشمن ڪي بہ دعا ڪجي. انهن جو پٽون ۽ پاراتا انهن ڪي لڳندا. جيڪو غيبت ڪري ان ڪي ورندي نہ ڏجي. غيبت ڪرڻ واري جون نيڪيون ان ڏي وينديون جنهن جي گلا ڪري ٿو. پاڻ دشمن جي حق ۾ خير جي دعا گهريائون انهن ڪي نہ پٽيائون.

پٺائي صاحب فرمايو

هو چوڻئي تون مہ چئو واتان ورائي
اڳ اڳرائي جو ڪري خطا سو ڪائي
انهي منجهہ آهي، ڪا اونهي ڳالهہ اسرار جي

# نوافل

محرم شريف ۾ پاڻ هي نفل پڙهائيندا هئا. ڪل 59 نفل. هرر ڪعت ۾ فاتحہ کان بعد سوره قل هوالله شريف هڪ ڀيرو پڙهجي. هي سورتون بہ پڙهجن سورة اخلاص 712 دفعا، سوره قل اعوذ باالرب الفلق ۽ الناس 2 2 دفعا، ڪافرون هڪ دفعو ۽سوره بقره هڪ دفعو سوره انعام هڪ دفعو يسين شريف هڪ دفعو. ٽيون ڪلمو 70 دفعا، آيت الڪرسي 12 دفعا ۽ استغفار 280 دفعا.

## صفرمهيني جا نفل

سڄي مهيني ۾70 نفل الحمد شريف کان پوءِ هڪ دفعو سورت اخلاص. هي سورتون بہ پڙهي. الم نشرح 30 دفعا، والتين 30 دفعا، اذا جاءَ 30 دفعا، سورة الفلق ۽ الناس 3 ،3 دفعا، ڪافرون هڪ دفعو ٽيون ڪلمو 100 دفعا، استغفار 140 دفعا،صلوات شريف 70 دفعا، سورتہ اخلاص 50دفعا.

## ربيع الاول (عرس شريف) جا نفل

سڄي مهيني ۾ 19 نفل. الحمد کان بعد ۾ سورة اخلاص.ان کانسواءِ سوره اخلاص 580 دفعا، سورة محمد، سورة دخان، درود شريف تمام گهڻو پڙهجي ۽ يسين شريف روزانو 7 دفعا پڙهجي.

## ربيع الثاني جا نفل

ڪل نفل 8. الحمد کان بعد ۾ سورة اخلاص. سورة اخلاص 200 دفعا، معوذتين 36،36 دفعا، سورتہ دخان يسين، ڪهف، فتح، روزانو پڙهجي.

## جمادي الاول جانفل

ڪل 12 نفل. الحمد کان بعد ۾ قل هوالله هڪ دفعو. سورة اخلاص 40 دفعا، معوذتين 44،40، استغفار 100، صلوات شريف 100 دفعا پڙهجي.

## جمادي الثاني جانفل

ڪل نفل 30. الحمد کان بعد ۾ سورة اخلاص. سورة اخلاص 520 دفعا، سورة ڪهف، سورة دخان ۽ 10روزا بہ رکي.

## رجب شريف جا نفل

ڪل38 نفل. الحمد کان پوءِ قل هوالله، هر راتِ 2 نفل. الحمد کان بعد 7 دفعا قل هوالله. اشراق کان بعد ۾ 2 نفل. الحمد کان پوءِ 7 دفعا قل هوالله. سورة اخلاص 8148، سورة طہ، الم سجده، الم ترڪيف، سورة قريش، سورة والضحيٰ هڪ دفعوسورة يٰسين 4 دفعا، سورة دخان 7 دفعا، فاتحہ 30 دفعا، فلق 30دفعا، سورة الناس 41 دفعا، الم نشرح 3 دفعا، آية الڪرسي 12 دفعا، سورة حشر جو آخري رڪوع 2 ڀيرا پڙهي.

استغفار هڪ هزار ٽيون ڪلمو سو دفعا، چوٿون ڪلمو 33 دفعا، صلوات شريف 100 لاحول ولا قوة الابالله العلي العظيم 40 دفعا، 9 روزا يا هڪ روزو رکي قبر جي عذاب کان محفوظ رهندو.

## شعبان مهيني جا نفل

ڪل65 نفل. سورة فتح، سورة اخلاص هڪ هزار اسي دفعا.

## رمضان شريف جاوظائف

سائين ميرمحمد رحمة الله عليہ فرمايو تہ 2000 ڀيرا سورت اخلاص، سورت القدر 504 دفعا. 170نفل. الله الصمد هڪ لک ۽

هڪ قرآن ڪريم جو ختمو هر رات سحري وقت 2 رڪعتون نفل هر رڪعت ۾ فاتحہ کان بعد 15 دفعہ قل هوالله شريف پڙهو ۽ روز 7 پيرا يسين شريف پڙهو. جيڪو هي نفل پڙهندو ان تي جهنم جي باهہ حرام آهي، هي ڪمائي جو مهينو آهي ڪڏانهن بہ ٻاهر سفر تي نہ نڪرو هي ثمر جو مهينو آهي سفر جو ناهي، جيڪو رمضان شريف ۾ هڪ دفعو دعا گهري تہ ان کي اهڪ هزار دعائن جو ثواب ملندو. جيڪو هڪ ختم پڙهندو تہ انهن کي هڪ هزار ختمن جو ثواب ملندو. جيڪو هڪ دفعو نفل پڙهي ان کي هڪ هزار نفلن جو ثواب ملندو. جيڪو هڪ دفعو درود پڙهندو ان کي هڪ هزار درودن جو ثواب ملندو. پاڻ رمضان کان پهريان روئي جماعت کي چيائون تہ ڪليو ڳالهايو مون کي بخشيو.

## شوال مهيني جانفل

سورة اخلاص 272 دفعا، ٽيون ڪلمو 70 دفعا، استغفار 70 دفعا، صلوات 70 دفعا، 6 روزا رکي.

## ذي القعد جانفل

ڪل نفل 590. سورة اخلاص 9360، سورتہ فلق ۽ الناس 360.

## ذي الحج جا نفل

ڪل61 نفل. آيت الڪرسي 14 دفعا، سورة ڪوثر 2 پيرا، سورة الناس 18 دفعا، استغفار 70. ٽيون ڪلمو 71 دفعا.

## ختمي جي دعا

اي خلقيندڙ اسان جا، جيڪو پڙهيو سين راضي ڪرڻ تنهنجي، نہ حقن ادا ٽيڻ عيوض ادي فلاڻي جي، اي خلقيندڙ بخش انهيءَ کي حق

حقوق پنهنجا ۽ پنهنجي مخلوق جا مڙني انهن جا جن کي ڄاڻي ٿو تون، ساڻ رحمت پنهنجي. آمين. ثم آمين.

الحمد لله مون کي خوشي آهي جو هن عاجز اولياءِ ڪرام جي سوانح حيات جي متعلق ڪجهه لکيو جيڪو هڪ ننڍڙي ڪتاب جي صورت ۾ توهان جي هٿن ۾ آهي، شال الله تعاليٰ جي بارگاهه الاهي ۾ عاجز لاءِ سرمايو بڻجي. (آمين)

# ليکڪ جو تعارف

هن ڪتاب جو ليکڪ علامہ محمد ساجد المعروف راحب علي گهانگهرو آهي، سندس تعلق ساهتي پرڳڻي جي تاريخي ۽ مرڪزي شهر ڪنڊياري جي هڪ ڳوٺ ڏڪهڙي ۾ 2 جون 1979ع ۾ فقير محمد جمن گهانگهرو جي گهر ۾ جنم ورتو پاڻ پرائمري جي تعليم پرواري ڳوٺ گورنمينٽ پرائمري اسڪول جيئو خان گهانگهرو ۾ پاس ڪيائين، جڏهن تہ ڏهين جماعت 1994ع ۾ هاءِ اسڪول پڪا گهانگهرا ۾ پاس ڪئي. ميٽرڪ جو امتحان پاس ڪرڻ ڪانپوءِ 17مئي 1994ع ۾ سندن کي سندن جي والد صاحب ڪنڊياري واءِ پاس سان لڳولڳ قائم ٿيل قديمي درگاهہ الله آباد شريف جي مدرسہ جامعہ عربيہ غفاريہ ۾ ديني تعليم جي حصول لاءِ درس نظاميءَ ۾ داخل ڪرايائون. پاڻ 2003ع ۾ درس نظامي جو ڪورس مڪمل ڪري دستارفضيلت جو شرف حاصل ڪيائون. واضح رهي تہ پاڻ هي ڪتاب جيڪو توهان جي هٿن ۾ آهي، اهو پاڻ مدرسي ۾ پڙهڻ دوران لکڻ شروع ڪيائون ۽ طالب علمي واري ڏينهن ۾ لکي ورتائون. سندن کي لکڻ جو تمام گهڻو شوق آهي ۽ سندن لکڻي جو پنهنجو ئي مزو آهي، پاڻ سنڌي اخبارن ۽ اردو رسالن ۾ بہ مختلف موضوعن تي ڪوڙسارا مضمون لکندا رهيا آهن، جن ۾ بہ ماهي الطاهر رسالو شامل آهي. پاڻ هن وقت مدرسہ جامعہ عربيہ غفاريہ الله آباد شريف ۾ ئي ۾ فتويٰ ومدرس ۽ لائبريري انچارج جي حيثيت سان خدمتون سرانجام ڏئي رهيا آهن. پاڻ پنهنجي ديني تعليم سان گڏوگڏ وقت جي حساب سان انگريزي تعليم بہ جاري رکيو پيا اچن.

دعا آهي تہ شال الله تبارڪ وتعاليٰ سندن جي علم وعمل ۾ ڏينهون ڏينهن اچان بہ وڌيڪ ترقي عطا فرمائي (آمين)

**وفا نذير احمد طاهري**

درگاهہ الله آباد شريف ڪنڊيارو